# هٺيلي هرڻي

(ٻارن جون ڪهاڻيون)



مقصود گل



سرهاڻ پبليڪيشن سيوهڻ

ڪتاب :- هٿيلي هرڻي

موضوع :- ڪهاڻي ٻاراڻو ادب

ليکڪ :- مقصود گل

ڇپائيءَ جو سال :- 1993ع

اسڪيچ ۽ ٽائيٽل :- اختر حيات قاضي

ڇپرائيندڙ :- پروانو سيوهاڻي

ڇپيندڙ :- الحنيف پريس، صدف منزل رسالہ روڊ حيدرآباد

پاران :- سرهاڻ پبليڪيشن سيوهڻ سنڌ

قيمت 00-10 رپيه

Hathli Harni Child Stories
By
Maqsood Gul
SURHAN PUBLICATION SEHWAN SINDH

# روشن تارن ڏانهن......

سرهاڻ ڪتابي سلسلي جيڪا سنڌ ۾ ٻاراڻي ادب جي اوسر لاءِ هلچل ڪئي آهي اها ڪنهن به پڙهندڙ کان ڳجهي ڪانه آهي. هن ٻارن لاءِ ڪوڙ سارا معياري سهڻا ڪتاب ڇپرائي ٻاراڻي ادب ۾ پڌرا ڪيا آهن ۽ ٻيا به اهڙا معياري ڪتاب ڇپرائيندو رهندو.

"هٿيلي هرڻي" به هن سلسلي جي هڪ نکور ڪڙي آهي، هيءُ من موهيندڙ ڪتاب ٻارن جي من موهيندڙ ڪهاڻيڪار ۽ شاعر ادل مقصود گل جي نکور ڪهاڻين جو مجموعو آهن. هن مجموعي ۾ هر ڪهاڻي بامقصد باتصوير آهي ۽ ٻارو ها هرهڪ ڪهاڻي پنهنجو مٽ پاڻ آهي، اسان کي اها پڪ آهي ته هي ڪتاب اوهان کي يقينن پسند ايندو.

- پروانو سيوهاڻي

—

نالي
راجيش
۽ راجيش
جهڙن
دنيا جي مظلوم
ٻارڙن جي
نالي
جيڪي پنهنجي
زندگيءَ جي
بهار نہ
ماڻي سگهيا

—

# مهاڳ

ادب قومن جي ميراث هوندو آهي، جيڪو هڪ نسل کان ٻئي تائين منتقل ٿيندو رهندو آهي، جنهن ۾ هڪ دور کان ٻئي دور تائين اضافو پڻ ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪا قوم ڪوتاهي ڪندي، ادب جي انهيءَ سفر ۾ پنهنجو ڪردار ادا نٿي ڪري، ته انهيءَ جي اها ميراث آهستي آهستي ختم ٿي وڃي ٿي. سنڌي ادب هيل تائين جي تاريخي سفر ۾ جن فردن پنهنجو فرض نباهيو آهي اهي اسان لاءِ نهايت ساڃاهتا آهن، مرڪان شيخ جا مرشد جي عقيدت ۾ لکيل سادا سودا احساس هجن يا اسحاق آهنگر جو فقط هڪ بيت، اسان جي ادبي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. ان کان سواءِ اهي چارڻ يا ڀٽ فقير، جن ڪجهه تخليق ته ڪونه ڪيو، پر هڪ دور جي علم ادب کي ٻئي دور ۾ منتقل ڪيو، اسان لاءِ نهايت احترام لائق آهن.

جهڙي ريت سماجي زندگيءَ ۾ ٻار، انساني نسل جي تسلسل جو جز آهي، تيئن علم ادب جي مجموعي اوسر ۾ "ٻال ساهت" کي بنيادي اهميت حاصل آهي. "ٻال ساهت" وسيلي ئي نون پڙهندڙن ۾ ليکڪن ۾

واڌارو ٿئي ٿو، ائين ڪٿي چئجي ته ”ٻال ساهت“، ادب جي مجموعي اوسر جو سرچشمو آهي. سڄاڻ قومون ان ڳالهه کي محسوس ڪن ٿيون. اهو ئي سبب آهي جو موجوده دور جي ترقي يافته ٻولين ۾ ٻارن جو ادب، اوليت جي بنياد تي ٻارن جي نفسيات ۽ سائنسي دور جي گهرجن پٽاندڙ اعليٰ معيار سان وڏي تعداد ۾ شايع ٿي رهيو آهي. اهي ڪتاب، اهڙا ته خوبصورت ۽ دلڪش آهن جو وڊيو گيم، ڪمپيوٽر ۽ وي سي آر جي موجودگي ۾ به ٻارن کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪري سگهن ٿا. اسان جڏهن پنهنجي ادب جي صورتحال جو جائزو وٺون ٿا ته نهايت افسوس ٿئي ٿو. اسان پنهنجي فرض ۾ وڏيون ڪوتاهيون ڪيون آهن.

اسان جي بزرگن تمام ڏکين مصروفيتن جي باوجود جيڪو ادبي سرمايو ڇڏيو، اسان نه صرف ان جي مناسب اوسر ۾ ناڪام ويا آهيون، پر صحيح معنيٰ ۾ ان جو بچاءُ به ڪري نه سگهيا آهيون. اسان اهڙين هٿ ٺوڪين روايتن کي جنم ڏنو آهي، جو ”ٻال ساهت“ جي واڌاري جون واٽون يا ته بند ٿي ويون آهن يا انهن تي تمام ڏکيون رڪاوٽون آهن. اسان جا علمي ادبي ادارا پنجويهن سالن ۾ ٻارن لاءِ پنج ست غيرمعياري ڪتاب شايع ڪري سمجهن ٿا ته هنن وڏو قومي فرض ادا ڪيو آهي. نامور ليکڪن جو رويو به ”ٻال ساهت“ جي تخليق جي سلسلي ۾ نهايت ئي افسوسناڪ آهي.

اهڙين حالتن ۾ اسان جيڪڏهن اها دعويٰ ڪريون ته اسان جو ادب ترقيءَ جي راهه تي آهي، ته اها خوشفهمي ٿي ٿيندي، اها به حقيقت آهي ته مختلف شعبن ۾ اسان هيل تائين خوشفهميءَ جي ٽيڪ تي هلندا آهيون. بهرحال اسان حقيقتن کان ڪيترو به لنوايون پر اهي اڄ نه ته ضرور ايندڙيون.

اسان جي دوست، سچاڻ شاعر مقصود گل کي واڌايون هجن جو هن بي قدريءَ واري ماحول ۾ هن پنهنجن بزرگن ميلارام، ڪوڙيمل، نارائڻداس، ويرومل، نانڪرام ۽ مرزا قليچ بيگ جي روايتن کي زنده رکندي "ٻالڪ ساهت" کي اهميت ڏني آهي. هن جو ٻارن لاءِ لکيل گيتن ۽ نظمن جو مجموعو "ڪرٽا ڪرٽا" ٻارن ۾ گهڻي مقبوليت ماڻي چڪو آهي. هاڻي سندس ڪهاڻين جو ڪتاب "هٿيلي هرڻي" اوهان جي هٿن ۾ آهي، هن مجموعي ۾ مختلف عنوانن سان ڪل نو ڪهاڻيون آهن. پهريون ٽي ڪهاڻيون، "ڪانون جي سازش"، "هٿيلي هرڻي" ۽ "غدار ڏيڏر" جانورن ۽ پکين بابت آهن، جن کي علامت بڻائي، ليکڪ ٻارن کي نصيحت ڪئي آهي ته جيئن اهي، انهن غلط ڳالهين کان بچن. "ڪانون جي سازش" ڪهاڻي، ڏارين جي اتحاد ۽ پنهنجن جي نفاق جي باري ۾ آهي. جنهن ۾ وڏڙن جي سستي ۽ ڪوتاهيءَ سان گڏ، مفاد پرستن کي واڪو ڪيو ويو آهي. پرعزم نوجوان (طوطا) ڏارين (ڪانون) کان پڇل

جي قبضي ڇڏائڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن، هن ڪهاڻيءَ جو حاصل مطلب اهو آهي ته، اتحاد ۽ سجاڳيءَ سان ئي، ڏارين جي سازش ناڪام بڻائي، پنهنجن وٿاڻن جو بچاءُ ڪري سگهجي ٿو. ”هٺيلي هرڻي“ ڪهاڻيءَ ۾ تڪبر جو نقصان بيان ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ هٺيلي هرڻيءَ کي وڏائيءَ جي سيکت ملي ٿي. ”غدار ڏيڏر“ هڪ ڪرم جي ويري ڏيڏر جي ڪهاڻي آهي، جيڪو پنهنجي جان بچائڻ لاءِ سڄي ڏيڏرن جي برادريءَ کي مارائي ٿو ۽ آخر ۾ سندس انجام خراب ٿئي ٿو.

پکين ۽ جانورن جا موضوع ٻارن کي متاثر ڪندا آهن. جيتوڻيڪ پرين ۽ ديون جي ڪهاڻين کي اڄ جي دور ۾ ٻارن لاءِ سٺو تصور نٿو ڪيو وڃي، پر انهن جي به پنهنجي جاءِ تي افاديت ضرور آهي. اهڙين ڪهاڻين وسيلي ٻارن کي نيڪيءَ ۽ بديءَ جي پروڙ پوي ٿي. هو پرين ۽ ديون بابت پنهنجن ذهنن ۾ هڪ خاڪو ٺاهين ٿا، جنهن ڪري انهن جي ذهنن ۾ تخيل جي قوت اڀري ٿي.

اسان جي ڪامريڊ ليکڪ دوست سرور سيف، انٽرويو ۾ هڪ سوال جي جواب ۾ چيو هو ته اسان کي ٻارن لاءِ جانورن ۽ پکين بابت ڪهاڻيون ۽ شعر وغيره نه لکڻ کپن پر انهن کي انقلابي تعليم ڏيڻ ۽ سجاڳ

ڪرڻ لاءِ شعر ۾ بندوق ۽ بم گولي جي ڳالهه، ڪرڻ ڪپي. اها ڳالهه چوڻ وقت اسان جي ساٿيءَ شايد ٻار جي نفسيات کي ڌيان ۾ نہ رکيو هو. اسان جا بزرگ شاعر، ڪشنچند بيوس، ٻڪراج عزيز، هري دلگير ۽ ٻيا شايد اڻ ڄاڻ هئا جو انهن ”منڙا کهوڙا اوري آءُ“، هل تہ پنيوري پٺون بازار“ ۽ ”ٻلڙي ڙي ٻلڙي، توسان اٿم دلڙي“ جهڙا نظم تخليق ڪيا هئا، جيڪي هرڪو ٻار کڻيءَ کڻيءَ ۾ جهونگاريندو هو.

”ٻار کڻ تون بم گولو“

لکڻ سان، اهو نظم انقلابي ڪونہ سڏبو، بنيادي ڳالهه آهي سوچ ۽ رويي جي، جيڪو سکيا ذريعي ئي ممڪن آهي. نظرياتي تعليم لاءِ بہ پهريان ٻار کي آماده ڪرڻ ضروري آهي. ٻار اسان ڏانهن متوجه ٿيندو، جڏهن اسان نفسيات مطابق، هُن جي من پسند ڳالهه ڪنداسين، اکواٽ رٿابندي، ترتيب ۽ سوچ ويچار ڪرڻ بدران، اسان هر معاملي ۾ هميشه جذباتي ۽ سطحي رهيا آهيون، جنهن ڪري گهربل مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آهيون. اسان جي روين ۾ تبديليءَ جي ضرورت آهي.

هن مجموعي جي ڇهن ڪهاڻين جا ڪردار انسان آهن، جن جي معرفت ليکڪ طبقاتي سماج جي مسئلن ۽ اوڻاين کي بيان ڪيو آهي.

”ايماندار“ ڪهاڻيءَ ۾ منافق پرنسپال جي ڪردار

کي ڇنيو ويو آهي. سٽاءَ جي لحاظ کان هيءَ ڪهاڻي، ٻارن جي ذهني سطح کان ڪجهه مٿيري آهي.

”ڪارو چنڊ“ غريبن جي حسرت جي ڪهاڻي آهي نابرابريءَ واري سماج ۾ سوين سونيون ۽ سوڊيون آهن جن لاءِ چمڪندڙ چنڊ به ڪارو آهي.

”ڳاڙهو پٽ“ هڪ مسڪين ٽريءَ جي خاندان جي ڏکن جو داستان آهي، جنهن ۾ ننڍڙو رڪپال، بک سبب وڏيرن جي ڪتن جو اوباريل کير پٽ چورائي اڇي ٿو.

ڪمدار جي چماٽ لڳڻ سبب رڪپال جي نڪ مان وهندڙ رت، پٽ ۾ پوي ٿو ۽ پٽ ڳاڙهو ٿي وڃي ٿو.

”شهيد جو پٽ“ ڪهاڻيءَ ۾ هڪ فوجيءَ جو پٽ، پڙهڻ ۾ دلچسپي نه وٺڻ سبب ڏاڍيل ٻڇي وڃي ٿو، جڏهن ته سندس دوست محنت ڪري آفيسر ٿئي ٿو.

”اٽل فيصلو“ مل جي حادثي ۾ مري ويل مزدور جي باهمت پٽ سارنگ، جي ڪهاڻي آهي، جيڪو ڀين آڏو جهول ڦهلائڻ بدران، چڻا وڪڻي ٿو، قرباني ڏئي پنهنجي ياءُ سانول کي پڙهائي ٿو، جيڪو مئٽرڪ جي امتحان ۾ پهرين پوزيشن کڻي ٿو. هن جي همت ۾ حاصلي جو درس ڏنل آهي.

”الله سائينءَ جي گهرلا“ به طبقاتي سماج جو هڪ

احساساتي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ غربت جو شڪار نِنڍڙو سانول، الله سائينءَ سان ملڻ ٿو چاهي ته جيئن ڪانئس پڇي ته هن، ڪين غريب ڇو ڪيو آهي.

هن مجموعي جون سڀ ڪهاڻيون موضوع جي لحاظ کان پنهنجي جاءِ تي اهميت رکن ٿيون، جن کي ليکڪ پنهنجي ذات ۽ ڏانءَ وسيلي نهايت اثرائتو بڻايو آهي. اها حقيقت آهي ته اهي سڀ مسئلا، اسان جي سماج ۾ موجود آهن، جن تي لکڻ کهرجي، پر جڏهن اسان جا پڙهندڙ ٻار هجن ته اسان کي موضوع جي چونڊ سان گڏ، ٻارن جي لاڙن ۽ انهن جي ذهني پهچ کي نظرانداز نه ڪرڻو پوندو. مقصود گل کي جس هجي جو هن پنهنجي ڏات جو ڪجهه حصو قوم جي ايندڙ نسل کي ارپيو آهي. هن جون هي ڪهاڻيون ٻارن ۾ همت ۽ حوصلي پيدا ڪرڻ سان گڏ انهن کي طبقاتي سماج ۾ ٿيندڙ ناانصافين جو شروعاتي شعور پڻ ڏين ٿيون. اهڙيءَ ريت ليکڪ ايندڙ نسل کي عملي دنيا ۾ پير پائڻ کان اڳ، اتان جي خطرن کان اڳواٽ ئي باخبر ڪيو آهي.

هن ڪتاب ۾ ٻارن تائين پهچڻ ۽ انهن ۾ مقبول ٿيڻ جون سڀئي خوبيون موجود آهن. ان حساب سان هي ڪتاب ٻال ساهت ۾ هڪ سٺو اضافو آهي. اسان جا

سيني نامور اديب ۽ شاعر، پنجن سالن ۾ جيڪڏهن فقط هڪ ڪتاب ٻارن لاءِ تخليق يا ترجمو ڪن ته، پوءِ شايد اسان سنڌي ٻوليءَ جي ”ٻال ساهت“ کي ڪي ٻين آڏو فخر سان پيش ڪرڻ لائق ٿيون.



# ڪانون جي سازش

سنڌو درياهه جي ڀرسان هڪڙو پپل جو گهاٽو شاهي وڻ هو. انهيءَ وڻ ۾ ايامن کان هلڪي سائي رنگ جا سهڻا طوطا آباد هئا. طوطا پاڻ ۾ ڏاڍي پيار ۽ ٻاجهه سان زندگي گذاريندا هئا. ننڍا ۽ نوجوان طوطا پنهنجي وڏڙن جي عزت ڪندا هئا ته وري پڪا ۽ پوڙها طوطا پنهنجي ننڍن تي شفقت جو هٿ رکيو انهن جا انگل ۽ آرام پورا ڪندا هئا.

صبح جو سج ڪني ڪيندو هو ته طوطا پنهنجي آکيرن ۽ ٻپل جي پورن مان نڪري نروار ٿيندا هئا ۽ پنهنجي ٻچن جي روزي حاصل ڪرڻ لاءِ نڙي پڪڙي ويندا هئا. چوڳو حاصل ڪرڻ لاءِ طوطن کي ٻري نه ويڙهو پوندو هو. اتي ويجهو درياهه جي ڪپ تي هر موسم ۾ ڪچي جا فصل ۽ واڙيون تيار هونديون هيون. ٿوري پنڌ تي ڪيترائي سرسبز باغ به هئا جن ۾ هر قسم جا ميوا هر مند ۾ قطارون ڪري لامن تي لڏي لاڏا ڳائيندا هئا. مطلب ته طوطن کي روزيءَ ۽ رزق جي ڪابه تنگي يا تڪليف ڪونه هئي، ۽ ٿوري محنت سان هو بنا ڪنهن تڪليف جي روزي حاصل ڪري وٺندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ننڍا نينگا، جوان طوطا پنهنجي پرن جي طاقت آزمائڻ ۽ سير تفريح جي لاءِ پري پري اڏامي، ڪچي جون حدون ٽپي ٻڪي جي ديرن تي يا شهرن جي ڪارخانن ۾ جمع ٿيل اَن جي ڍيرن تي وڃي پنهنجو پيٽ قوت حاصل ڪندا هئا ۽ شام جو پنهنجي چنهنبن ۾ چوڳو جهلي ٻچڙن لاءِ به کڻي ايندا هئا. ٻڪا پوڙها طوطا ۽ مادي طوطيون پري ڪونه اڏامنديون هيون پر اتي ويجهي جوءِ ۾ پرواز ڪري ڀرسان ويهنديون هيون.

ٻپل جي ڀرسان وهندڙ سنڌوءَ جو مٺو ۽ ميرانجهڙو پاڻي به طوطن جي اصلي ملڪيت ۽ ميراث هو. هو جڏهن به اڃ محسوس ڪندا هئا ته ٻڙڪو ڏئي ٻپل

ٽان اڏري هيٺ لهي ايندا هئا ۽ پنهنجي ٽڏڙي ۽ مٺڙي
ماڻيءَ مان پنهنجون ننڍڙيون ڳڙهيون چُنهنبون ٻوڙي
پاڻي پي پنهنجي اڃ اجهائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن
ننڍا وڏا سڀ طوطا ولر ڪري سنڌوءَ جي ڪپ تي
اچي ويهندا هئا ۽ پاڻيءَ مان ڪنب پسائي وهنجندا هئا
۽ هڪٻئي کي چُنڊا هڻي خوش ٿيندا هئا، ڪي ڪي
چست ۽ چنچل طوطا پر ڦڙڪائي، سج جي ڪرڻن
تي جرڪندڙ سنڌوءَ جي سونهري پاڻيءَ جي سطح تي
دور دور اڏامي سير ۽ تفريح جو مزو ماڻي لطف حاصل
ڪندا هئا. مطلب ته طوطا مڙي خاطر خوشي جي ڏڻن
تي پڪنڪ ملهائي پنهنجي خوشين ۾ اضافو ڪندا هئا.

هڪڙي رات ڪڪرن اچي آسمان تي قبضو ڪيو
ڏسندي ئي ڏسندي تيز هوا سان گڏ مينهن وسڻ لڳو
طوفان جي ڪري پپل جون ٽاريون هڪ ٻئي سان
ٽڪرائجي وڏا ٽڙڪاٽ ڪرڻ لڳيون، سڀ طوطا
پنهنجي پنهنجي گهرن ۾ پنهنجي ٻچڙن کي ڪوڙي ۾
قابو ڪري ويهي رهيا. ايتري ۾ وڻ جي آس پاس
کان .... ڪان جي آوازن جو شور ٻڌڻ ۾ آيو. طوطن
پنهنجي آکيرن مان سسيون ڪڍي نهاري ٻاهر ڏٺو ته
”مار .... ! ڪانون جو هڪ وڏو ڪٽڪ پپل جي
چوڌاري تيز هوا ۽ مينهن ۾ پريشان هوندي هوندي
اجهي جي تلاش لاءِ واجهائي رهيو هو.

”نيون .... نيون.... توهان ڪير آهيو؟ ۽ هن برسات

جي رات ۾ ڇو پنهنجا گهر ڇڏي نڪتا آهيو؟ ڇا اسان تي حملو ڪرڻ ٿا چاهيو....؟" "نيون .... نيون .... نيون ...."

هڪڙي پوڙهي طوطي ڪانون جي لشڪر کان پڇيو.

"ڪان .... ڪان .... ڪان .... اسان جا گهر طوفان تباهه ڪري ڇڏيا آهن. اسان کي اڄوڪي رات اجهو گهرجي .... اسان حملو ڪونه ڪنداسين.... اسان کي پناهه گهرجي .... ڪان .... ڪان .... اسان مسافر آهيون .... اسان جي حال تي رحم ڪريو....... ڪان .... ...."

ڪانون جي اڳواڻ پنهنجون آليون مڇون ڦڙڪائيندي چيو.

پوڙهي طوطي پنهنجي چند ويجهن ساٿين سان صلاح ڪئي ۽ پوءِ ڪانون کي رات گذارڻ جي موڪل ملي وئي ۽ ڪانون گهاٽي پپل جي ڇانو ۾ اچي پناهه ورتي.

صبح ٿيو. ڪڪر پنهنجو چوهه ڇنڊي هليا ويا، هوا به ساري رات هلي هلي ٿڪجي پئي. سج پنهنجون جرڪندڙ چهرو ڪڍي ڌرتيءَ تي نظر وڌي. سارو ماحول ڌوتل ٿي لڳو، طوطا پنهنجي آکيرن ۽ وڻ جي پورن مان نڪري اچي ٺارين تي ويٺا، اس نڪتي ته ڪانءَ به پنهنجا کنڀ ڇنڊي ويهي رهيا ۽ اس تي پر سڪائڻ

لڳا. جڏهن ڏينهن مٿي چڙهيو تڏهن پوڙهي طوطي کانون جي اڳواڻ کي چيو:

"نيون .... نيون رات خير جي گذري هاڻي پنهنجو سفر شروع ڪيو .... نيون نيون ...."

"ڪان .... ڪان ... طوطل سائين: اوهان جون لک ڀلايون .... جو اوهان، رات اسان کي پناهه ڏني.... نه ته اسان جو نسل ئي تباهه ٿي وڃي ها!.... پر جهڙي ڀلائي ڪئي اٿو تهڙي مهرباني ٻي به ڪيو.... اسان منزل جا ماريا ۽ طوفان جا ستايل آهيون .... .... اسان کي ٻه ٽي ڏينهن مهلت ڏيو .... اسان ڏاڍا ٿڪل آهيون .... ڪجهه ساهه پٽيون .... سائين اسان مسافر آهيون هليا وينداسون ...."

کانون جي اڳواڻ هٿ ٻڌي عرض ڪيو.

پوڙهي طوطي کي کانون جي حال تي رحم اچي ويو. هن نظرون کڻي ٻين طوطن ڏي نهاري چڻ راءِ معلوم ڪرڻ چاهي .... سادا طوطا ڪجهه به نه ڪڇيا ۽ پنهنجون ڳچيون کڻي جهڪايون. پوڙهي طوطي پنهنجي روايتي مهمان نوازيءَ جو مظاهرو ڪندي طوطن جي وڏڙي جي حيثيت سان کانون کي چند ڏينهن لاءِ پپل ۾ رهڻ جي اجازت ڏني.

ڪانءَ جي ذات اصلي مڪاريءَ ڪان مشهور آهي، انهن جو هي سهڻو سرسبز عاليشان پپل، پرسان وهندڙ مهراڻ جو مٺو پاڻي، ۽ ويجها ڪچي جا ميون وارا

باغ ۾ فصل ڏٺا ته انهن جي من ۾ ٻير پيدا ٿيو ته کين به ڪري هن ٻيل تي قبضو ڪجي. اهڙيءَ طرح هو من ئي من ۾ ٻيل کي پنهنجو ڪرڻ ۽ اصلي وارث طوطن جا ٻير پٽڻ جون سازشون سٽڻ لڳا.

طوطا ويچارڙا سادڙا ۽ سڀاجهڙا اندر ڪارن ڪانون جي سازشن کان بي خبر پنهنجي مهمان نوازي ۾ پورا ڪانون کي پنهنجو ڀاءُ سمجهي انهن جون خدمتون ۽ چاڪريون ڪندا رهيا.

انهيءَ وچ ۾ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ طوطن جي اڳواڻ پوڙهي طوطي جي سالگرهه جو ڏينهن اچي ويو. ننڍا وڏا طوطا خوشيءَ مان پنهنجي اڳواڻ جي سالگرهه جي تياري ڪرڻ لڳا. اخلاقي طرح انهن ڪانون کي دعوت ڏني.

سالگرهه واري ڏينهن ڪانون جو اڳواڻ ٨٥ پائونڊن جو ڪيڪ کڻي پنهنجي سڀني ڪانون جي ڪٽڪ سان اچي سالگرهه ۾ شريڪ ٿيو. ڪانون طوطن جي هن خوشيءَ جي موقعي تي خوب ڳايو وڄايو. طوطن جي اڳواڻ جا سهرا ۽ بنرا ڳايا، پوڙهو طوطو خوشيءَ ۾ جهومندو ۽ ڪنڌ لوڏيندو رهيو ٻيا طوطا به پنهنجي رهبر جي ڌاري قوم وٽ عزت ڏسي خوشيءَ ۾ ٽهڪندا ۽ ٻلهار ٿيندا رهيا.

هن واقعي کانپوءِ طوطا، ڪانون تان قربان ٿيڻ لڳا ۽ انهن کي پنهنجو دلي دوست سمجهي سڀ ڳالهيون

وساري پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏيڻ لڳا. طوطن جي
سادگي ڏسي، ڪانون کي پنهنجو تير نشاني تي لڳندي
محسوس ٿيو ۽ هو دل ئي دل ۾ پنهنجي ڪاميابيءَ
تي خوش ٿيڻ لڳا.

هاڻي طوطن ڪانون کي پنهنجو سڄڻ ڄاڻي هميشه
هميشه لاءِ اُتي رهڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. ڪانو
هاڻي طوطن جي سادگيءَ جو فائدو وٺندي منجهن ڦوٽ
وجهڻ جي ڪوششون ڪندا رهيا ۽ ڏسندي ئي ڏسندي
ٽوڙڻ ئي ڏينهن ۾ طوطا ڪيترن ئي ٽولن ۾ ورهائجي
ويا. پوڙهي طوطي جو ڪانون جي هيڏي ساري ڪٺڪ
کي پنهنجو حمايتي ۽ عقيدتمند ڏٺو ته هو پنهنجي پراڻن
ساٿين جي ڪابه پرواهه ڪرڻ کان سواءِ انهن کي
ڏاپيندو ۽ پري ڦڪيندو رهيو. هو ڪانون
کي ويجهو آڻيندو ويو ۽ رهبر پوڙهي طوطي جا رٿيل
ساٿي ڪانئس ٽار ٿيندا ڏيل جانور جي هنهي ڏار ڏيندا
ويا. هاڻي پوڙهي طوطي جي چوڌاري يا ته ڪانو وڃي
رهيا يا وري اهي طوطا جن کي ڪانون پنهنجو ڪري
ورتو هو.

جڏهن ڪانون کي پڪ ٿي وئي ته طوطا پوري
طرح نفاق ۽ نفرت جي بيماريءَ ۾ ڦاسي چڪا آهن ۽
سڀ هڪ ٻئي جا جاني دشمن بڻجي ويا آهن تڏهن
انهن پاڻ ۾ گڏجي هڪ ڳجهي ميٽنگ ڪئي.
هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏنيون ۽ منصوبا ورهايون.

انهيءَ ڏي ميٽنگ ۾ هنن هڪ ٿلهي متاري ڪانو جي ڪڇ ۾ هڪ خط ٻڌي روانو ڪيو ۽ اهو قاصد ڪانءُ خط کڻي ڪنهن ولايت ڏي اڏاڻو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ طوطن ڏٺو ته انهيءَ قاصد ڪانءَ سان گڏ هڪ ٻيو نئون نديو ڪانءُ به اڏامندو اچي انهيءَ پپل ۾ پهتو. انهيءَ نئين ڪانءَ جي آمد تي سڀني ڪانون ان جو ڏاڍو زبردست استقبال ڪيو، خوشيون ڪيون ۽ سندس عزت ڪرڻ لڳا. سڀني ڪانون چيو ته ”هي اسان جو ليڊر آهي جيڪو آمريڪا مان تربيت وٺي واپس وريو آهي....“

طوطن محسوس ڪيو ته نئين آيل ڪانءَ جي اچڻ کان پوءِ انهن جي شرارت وڌي وئي هئي، اهي ڪانءَ جيڪي اڳ هيسيل ۽ وائڙا نظر ايندا هئا، سي اڄ سينو ساهي اڪڙجي هلڻ لڳا. پاڻ کي مسافر سڏائيندڙ ڪانءَ اڄ پاڻ کي پپل جو مالڪ چوائڻ لڳا. پپل جي اصلي وارثن طوطن سان روز روز وڙهڻ ۽ جهيڙو ڪرڻ معمول بڻجي ويو. طوطن جا ليڊر ڌار ڌار ڌڙا ٺاهيو معتبريءَ ۾ خوش باقي ويچارا عوامي طوطا ڏينهون ڏينهن مجبور ۽ بي وس ٿيندا ويا.

هڪ رات پنهنجي آکيرن ۾ آرامي امن پسند طوطن تي هڪ سٽيل سازش ڪري ڪانون چوريءَ راتاهو هنيو. ڪانون جي خون خوار چنهنبن ڪيترن ئي غريب طوطن کي ماري ۽ ڪيترن کي زخمي

ڪري ويو. طوطن ڪي زبردستي انهن جي آکيرن مان
ٻاهر ڪڍي ڪانون قبضو ڪري ورتو. هن اوچتي
حملي ۾ طوطن جو ڪافي جاني ۽ مالي نقصان ٿيو.
ڪيترائي آکيرا ڪسائي اڇي کهر ٻڌجي پپل جي ڏارين
تي لڙڪي پيا اڄ به سنڌوءَ جي ڪپ تي انهيءَ
سرسبز پپل تي ڪارن ڪانون جا ڪافي آکيرن تي
قبضا آهن ۽ پپل جا اصل وارث مسافرن وانگر ڏارين
تي لڙڪيا پيا آهن. طوطن جا اڳواڻ، پوڙهي طوطي
سميت پنهنجي اڳرائيءَ جي خول ۾ قائل، قومي جبارط
ڪان پري، قوم کان بيخبر پنهنجي پنهنجي عاليشان
آکيرن ۾ هڪ ٻئي سان موچڙي بازيءَ ۾ مصروف آهن.
غدار طوطا ڪانون سان انهن جي نوڙي ڏانئي ۾ پورا
آهن، انهن ته نير سان نپي ڏني پاڻ کي ڪانون
جهڙي رنگ ۾ رنگي ڪانون جي اڳواڻ کي يقين
ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اهي سندن ئي تخم
مان آهن.

پوڙهن ۽ ٻڪن ليڊرن جي هٿ ڌرمي جڏهن حد
کان وڌي وئي تڏهن نوجوان طوطن گڏجي هڪ
ميٽنگ ڪوٺائي جنهن ۾ سڀني گڏجي انهيءَ عزم جو
اعلان ڪيو ته ”اسان ڪنهن به طرح سان پنهنجي
پپل تي ڏارين جو قبضو هرگز قبول نه ڪنداسون.

اسان پنهنجي وڏڙن جي ميراث جي ضرور حفاظت ڪنداسون، هڪ نه هڪ ڏينهن ڌاريا ڌڪجي ڌار ٿيندا ۽ غدارن کي غداريءَ جي سزا ضرور ملندي.“

نوجوان طوطن جي جنگ جاري آهي، ضرور هڪ نه هڪ ڏينهن سچ سوڀ ماڻيندو.

---



# هٺيلي هرڻي

ڪنهن جهنگل ۾ هڪ هرڻي رهندي هئي، هن کي پنهنجي سونهن سوڀيا تي ڏاڍو ناز هو، هوءَ ڪنهن

کي به پاڻ جهڙو نه ڀائيندي هئي. جهنگ جي ڪنهن به جانور يا پکي پرندي سان هن ڇو سڪ جو سٻنڌ ڪونه هو. سندس انهيءَ بي رخي ۽ شوخ طبيعت جي ڪري سڀ ڪيس ”هٺيلي هرڻي“ جي نالي سان سڏيندا هئا.

جهنگل جا سڀ جانور ۽ پکي پاڻ ۾ گڏجي ٻيٺ محبت سان رهندا هئا ۽ سڀني جي خواهش هئي ته هٺيلي هرڻي به سندن سٿ ۾ اچي شامل ٿئي ۽ قرب سان گڏجي گذاري.

انهيءَ ئي مقصد جي لاءِ جهنگ جي سڀني امن پسند جانورن ۽ پکين پاڻ ۾ هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي. هن گڏجاڻي ۾ پکين جي برادريءَ مان مور جي اڳواڻيءَ ۾ طوطي، ڪبوتر، جهرڪيءَ، ڳيري، ڪٻر ۽ ڪويل شرڪت ڪئي ته وري جانورن جي برادريءَ مان مامي گدڙ جي اڳواڻيءَ ۾ ڀولڙي، لومڙيءَ، ڍڳي، سهي، نوريئڙي ۽ ڇاهي پنهنجي پنهنجي ٽولي جي نمائندگي ڪئي.

سڀني مامي گدڙ جي چالاڪي ۽ سياڻپ جو قدر ڪندي گڏجاڻيءَ جي صدارت سندس حوالي ڪئي. هن گڏجاڻيءَ جي ايجنڊا، هٺيلي هرڻيءَ کي سمجهائي پنهنجي سٿ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ سوچ ويچار ڪرڻ هو

سڀ کان پهريائين ڍڳي کي تقرير ڪري پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ لاءِ چيو ويو، ڇاڪاڻ ته ڍڳو برادريءَ جي لحاظ کان هرڻيءَ سان سڀني کان وڌ ڪ

ويجهڙو هو.

ڦاڙهي پنهنجي تقرير ڪندي چيو:

”صدر محترم! ۽ پيا عزيز هم جهنگل ساٿيو، جيئن ته اسين سڀئي اڄ انهيءَ مقصد جي لاءِ ڪٺا ٿيا آهيون ته جيئن هٺيلي هرڻيءَ کي سمجهايون ته هوءَ اچي اسان جي سهڪاري سٿ ۾ شامل ٿئي. انهي لاءِ مان عرض ڪندس ته مان پنهنجي سر هٺيلي هرڻيءَ کي پنهنجي سٿ ۾ سلهاڙجڻ لاءِ ڪافي جتن ڪيا آهن...... پر هن کي پنهنجي حسن ۽ جوانيءَ تي ايڏو فخر ۽ ناز آهي جو هوءَ اسان سڀني کان نفرت ٿي ڪري........ مان ته چوندس ته اسان سڀ هن سان تعلقات ٽوڙي ۽ اڪيلو ڪري ڇڏيون، پوءِ ڏسون ته هوءَ هيڏي ساري جهنگل ۾ ڪنهن جي سهاري اڪيلي ٿي گذاري سگهي.“

ڦاڙهو تقرير ڪندي تمام جذباتي ٿي ويو ۽ جوش مان سهڪڻ لڳو.

”نيون .... نيون .... نيون .... نه ساٿي نه اهڙو جذباتي فيصلو نه ڪرڻ گهرجي .... هرگز نه“ پوڙهي طوطي مصلحتي انداز ۾ چيو:

”نيون .... نيون .... هوءَ ويچاري الهڙ آهي جوانيءَ جي نشي ۾ هرڪو فخر ۾ ڦونڊجي ويندو آهي. اسان جو فرض آهي ته هڪ دفعو ڪيس وري به پنهنجو

ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ٿيون .... ٿيون ....ٿيون...“
طوطي پنهنجي ڳالهه وڌائيندي چيو:

مياؤ .... مياؤ .... هائو هائو .... طوطي خان سچ چيو آهي، اسان کي هڪ دفعو ضرور هنيليءَ کي سمجهائڻ گهرجي ....“ ميائون .... ميائون“

مور، طوطي جي تائيد ڪئي.

گهڙي کن لاءِ چؤ طرف خاموشي ڇانئجي وئي .... پوءِ سڀني پکين ۽ جانورن به انهيءَ ڳالهه جي حمايت ڪئي ته هڪ دفعو هنيلي هرڻيءَ کي ضرور سمجهائڻ گهرجي! .... ....

مامي ڳِدڙ صدارتي تقرير ڪندي چيو:

اوئان .... اوئان .... سائيو! مان توهان سڀني جو شڪرگذار آهيان جو اوهان مون کي صدارت جو شرف بخشيو، مان به لازمي اڪثريت راءِ جو قدر ڪندس، انهيءَ ڪري مان مور کي پکين جي طرفان ۽ ڀولڙي کي جانورن جي طرفان نمائندو مقرر ڪريان ٿو، هو ٻئي وڃي اسان جي هن سموري برادريءَ طرفان هنيلي هرڻيءَ کي سمجهائيندا، سمجهائي وري اسان جي ميٽنگ ٿيندي. انهيءَ ۾ هي ٻئي نمائندا پنهنجي رپورٽ پيش ڪندا، انهيءَ راءِ جي روشنيءَ ۾ آخري فيصلو ڪيو ويندو .... اوئان ....“

پکين پر ڦڙڪائي ۽ جانورن کن ڪڙڪائي

تاڙيون وڄايون ۽ صدر صاحب جي فيصلي جي تائيد ڪئي ۽ خوشي جو اظهار ڪيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو مور ۽ پولڙو فيصلي موجب هيلي هرڻيءَ جي رهائش گاهه تي ساڻس ڳالهيون ڪرڻ لاءِ روانا ٿي ويا.

هيلي جهنگل جي هڪ گهاٽي جهنڊ ۾ رهندي هئي، سياري جي موسم هئي هوءَ پنهنجي گهر جي ٻاهران ٿورو پرڀرو ڇپن وڻن مان ڇڻي ايندڙ سج جي ڪرڻن تي اُڙڪو جهٽي رهي هئي. مور ۽ پولڙو ويجهو آيا، هرڻي ڇرڪ ڀري ڏٺي وڃي پرتي بيٺي.

چرڙ .... چرڙ .... مائي هرڻي اسان توڏي آيا آهيون اسان مان ٻه ٽي ڳالهيون ڪر .... چرڙ .... چرڙ...."

پولڙي ڀري ڪان ٿي ڪيس پنهنجي بزرگيءَ جو احساس ڏياريندي چيو:

"ٻئي .... ٻئي .... ڇو ڇو ڪهڙو ڪم اٿو؟

ٻئي .... ٻئي"

هيلي هرڻيءَ پنهنجي روايتي هوڏ مان ورائيو:

چرڙ .... چرڙ .... اسان جهنگل جي جانورن ۽ پکين جي گڏيل برادريءَ جي طرفان آيا آهيون ته توکي سمجهايون ........

ٻئي .... ٻئي .... مان ڇري آهيان ڇا؟ مي آيا آهن وڏا سمجهائڻ وارا .... ٻئي .... ٻئي،" هرڻيءَ پولڙي جي

ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي چيو.

مياؤ .... مياؤ .... پيٽ ڏاهي ٿيءُ .... اسان جو پنهنجا ساٿي سڄاڻ، اسان توکي سڄي برادريءَ طرفان اهو چوڻ آيا آهيون ته اسان پاڻ سان پڻ تي سڀني سان گڏجي گذاريون، انهيءَ ۾ تنهنجو ئي ڀلو آهي، مياؤ .... مياؤ مور هرڻيءَ کي سمجهائيندي چيو.

پي .... پي .... نه ادا نه، مان اڪيلي چڱي آهيان، توهان سڀنهنجو الڪو نه ڪيو .... پي .... پي هرڻي ساڳئي ٽي هوڏ مان وراڻيو.

مور ۽ ڀولڙي جڏهن هرڻيءَ جي هٺ ۾ پاڻيءَ جي به لچڪ نه ڏٺي، تڏهن نااميد ٿي اٿي ڪڙا ڏياءِ ويندي ويندي هنيليءَ کي چيائون:

چرڙ .... چرڙ .... مياؤ .... مياؤ، چڱو مائي تنهنجي مرضي پر هڪ نه هڪ ڏينهن تون پڇتائيندينءَ ضرور... اهو تڪبر توکي ضرور ڪڏهن نه ڪڏهن ڪنهن ڏکي ڪيرائيندو .... چرڙ .... مياؤ.

پي .... پي .... ڏٺو ويندو .... وري به توهان کي تڪليف ڪانه ڏيندس، توهان جي وڏي وڏي مهرباني.

هرڻي چپ ڪري ٽينگ ڏيندي وڻن جي گهاٽي جهڳٽي ۾ گم ٿي وئي.

اڄ اهم فيصلو ٿيڻ وارو هو، شام جو پربت جيڏي وڏي پپر جي وڻ هيٺان ايترا ته پکي ۽ جانور

اچي گڏ ٿيا جو وڏو ۽ وسيع ميدان به تنگ نظر
اچڻ لڳو.

گڏجاڻي جي صدر ماسي گدڙ سڀ کان اڳ
ه مور کي پنهنجو بيان ڏئي رپورٽ پيش ڪرڻ جو
حڪم ڏنو.

مور پنهنجو بيان هن ريت شروع ڪيو.

"مياؤ .... مياؤ .... اسان پنچائت جي حڪم موجب
مائي هنيلي هرڻيءَ وٽ وياسون، کيس ساري حقيقت
سمجهائي کيس صلح ۽ سک سان گڏجي هڪ ٿي
گذارڻ جي فهمائش ڪئي سون .... پر مائي هيئلي
اسان کي ڪير ڪوڙڻ ئي نه ڏنو .... مياؤ .... مياؤ."

ڍولڙي مور جي تائيد ڪندي بيان اڳتي وڌايو.

"چرڙ .... چرڙ .... هيئلي پنهنجي هوڏ تي قائم
آهي، هن اسان ٻنهي ميمبرن جي هڪ به نه ٻڌي ۽
اسان کي مهتو ڪري ٺوڙايو آهي انهيءَ ڪري سواءِ انهيءَ
جي ٻيو ڪو رستو ڪونهي جو هنيلي کان قطع تعلقات
ڪريون .... چرڙ .... چرڙ"

مور ۽ ڍولڙي جا بيان ٻڌي سڄي محفل تي سڪتو
ڇانئجي ويو. سڀئي هڪ ٻئي جا منهن تڪڻ لڳا. هاڻي
سڀني جون نظرون محفل جي صدر ماسي گدڙ ڏي
نهارڻ لڳيون. سڀئي سندس فيصلي جا منتظر هئا.

ماسو گدڙ اٿيو ۽ پنهنجي صدارتي تقرير شروع
ڪيائين :

"اوٺان .... اوٺاڻ .... اوڻان، منهنجا عزيز ساٿيو
هن هنيلي ۽ هوڏڻ ڇرٽـي اسان سموري برادر ڪـا
منهن موڙي نه صرف اسان ڪان نفرت جو اظهار ڪي
آهي، پر اسان جي موڪليل نمائندن کي بي مهت موٽائ
سموري برادريءَ جـي بي عزتي ڪئي آهـي، انهي
ڪري اسان پنهنجي برادريءَ جي طرفان هنيلي هرٽي
سان پنهنجا هـڙئي واسطا ۽ تعلقات ختم ڪرڻ جـ
اعلان ڪريون ٿا. اڄ کان پوءِ اسان مان ڪوبه هر
سان ڪنهن به قسم جي واسطي سان لهه وچڙ ۾ ايند
نه برادر جو ڏوهي ليکيو ويندو، اوٺان .... اوٺان"

سيارو گـذريو، سانوڻ آيـو، مهراڻ ۾ موج متي
پاڻي درياه شاه جي پاڪر مان نڪري ڪنڌيون لتاڙ
ڪچي ۾ ڪاهي پيو، ڪچي جو پيلو ۽ جنهڪل پاڻي
جي لپيٽ ۾ اچي ويو. سنڌو پنهنجا جوش ۽ جوه
ڏيکاري موٽيو، جنهڪل ۾ هينئن هنڌن تي پاڻي رهجي
ويو، هنڌين ماڳين ساوا گاهه ڦٽا ۽ ڦولار ٿـي ويا
ڪچو پهڪڻ لڳو.

هنيلي هرٽي، خود سر اڪيلي نه ڪو چوڻ وار
نه آکڻ وارو، گور چري مست تي پئي. هڪ ڏينه
گاهه کائي ڍئو ڪري وڏيون اوڳرايون ڏيندي پاڻ
پيئڻ جي ارادي سان ٽينگ ٽپا ڏيندي هڪ پاڻيءَ جي
ڍوري تي پهتي پاڻي لهي ويـو هـو. پريرو ڍوري
پاڻي سچ جي ڪرڻ تي پکوريل چانديءَ وانگر جرڪ

رهيو هو. صاف ۽ جرڪندڙ پاڻي ڏسي هنيليءَ جي آڇ اچا تيز ٿيڻ لڳي.

اچا هرڻي پير پير ۾ ڪڻندي پاڻيءَ طرف وڌڻ لڳي، پر رستي تي ڏيڇ هئي، جيئن اڳتي وڌندي وئي تيئن وئي ڏيڇ ۾ ڦاسندي هن جون سنهڙيون ۽ نازڪ ٽنگون ڏيڇ جي لڳ ۾ اچي ويون. گهڻو ئي ويچاريءَ پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي پر وئي ويتر ڦاسندي. ٻي ڪا واهه نه ڏسي وٺي ٻڪون ۽ دانهون ڪيائين. هنيليءَ جي سڏن ۽ ڪوڪن تي جهنگ جا جانور ۽ پکي پرندا سڀ اچي گڏ ٿيا، پر ڪنهن جي به دل ۾ هن هنيلي هرڻيءَ لاءِ ڪا ٻاجهه ۽ همدردي ڪانه هئي. هوءَ نماڻا نيڻ کڻي هرهڪ کي نظرون ئي نظرون ۾ منٿون ۽ نيزاريون ڪري ٻاجهه لاءِ ٻاڏائيندي رهي. پر ڪنهن کي به منٿ ڪو قياس نه پئي آيو.

مور ۽ ٻولڙي چيس "مياڻون .... مياڻون .... چرڙ.... چرڙ .... ماڻي هنيلي اهو ڏينهن ياد ڪر جنهن ڏينهن تو اسان کي بي مهتو موناڻي سڄي برادريءَ جي بي عزتي ڪئي هئي ۽ چيو هو" ........ "مان اڪيلي ڀلي آهيان."

ٻولڙي ۽ مور جا الفاظ ٻڌي، شرم ۾ ٻڏي وئي ۽ ڪنڌ کڻي هيٺ ڪيائين، وٽس ڪو به جواب ئي ڪونه هو.

هنيلي جي مجبوري ۽ شرمساري ڏسي، سڀني کي هن جي حال تي رحم اچي ويو ۽ سڀني گڏجي سندس جان بچائڻ لاءِ مدد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

پولڙو ڊوڙندو ويو ۽ نورل هاريءَ جي ٻار تان هڪ ڍڳي واڍ ڪٽي آيو. ائين ئي ٻار جي پرسان نورل هاريءَ جو گڏهه پئي چريو پولڙي گڏهه کي چيو ”چرڙ.... چرڙ.... ادا گڏهه! تون گهريلو جانور آهين ۽ اسان جهنگلي جانور پر آهيون ته ساڳي برادري جا مهرباني ڪري اڄ اسان جي ٻُڪر هلي وهه.“

گڏهه ورائيو ”هين.... هين.... ادا حڪم ڪر مان حاضر آهيان.“

پئي ڇڙا واڍ سميت ڊوڙندا پوري تي پهتا جتي حشام پکين ۽ جانورن جا اچي مڙيا هئا ۽ هنيلي وبچاري کنڊڙو هيٺ ڪيون ڏيڻ ۾ ڦاٿي پئي هئي.

مور واڍ جو هڪ ڇيڙو چنهب ۾ ڪٽي اڏائو ۽ وڃي هنيليءَ جي مضبوط سڱن ۾ ٻڌائين. واڍ جو ٻيو ڇيڙو گڏهه جي ڇاتيءَ ۾ ٻڌو ويو. گڏهه زور سان واڍ کي ڇڪڻ لڳو ٻيءَ ساعت ۾ هنيلي هرڻي واڍ سان گڏ ڇڪجي اچي سڪيءَ تي پهتي.

سڀني جانورن ۽ پکين جي ڇهري تي خوشيءَ جي لهر ڊوڙي آئي پکين ۾ ڪڙڪائي ۽ جانورن ڪن ڪڙڪائي تاڙيون وڄايون ۽ خوشيءَ مان وڏي نعرا هنيان.

هنيلي هرڻي نماڻا نيڻ کڻي خاموشي سان سڀني جو ڏورو پئي ميڙيو ۽ سندس زبان مان اکر نہ پئي نڪتو. هن جي سهڻين اکين ۾ ننڍڙا ننڍڙا لڙڪ چمڪي رهيا هئا.

اڄ اها هنيلي نہ پر نماڻي هرڻي هئي، ۽ سڀني محسوس ڪيو تہ سندس هٿ پاڻيءَ جي ڏوري ۾ لڙهي ويو هو.

هاڻي سڀ ڪيس نماڻي هرڻي جي نالي سان ڪوٺيندا آهن، ۽ هوءَ پنهنجي برادريءَ سان گڏ پيار ۽ محبت سان گذاريندي آهي ۽ سڀ ڪيس ڏاڍو پيارو گهرندا آهن.



# غدار ڏيڏر

هڪ ننڍڙي ڳوٺ جي ٻاهران هڪڙو ننڍڙو تلاءُ هوندو هو. ان تلاءَ ۾ ننڍا وڏا ڪيترائي ڏيڏر رهندا هئا. انهن ڏيڏرن ۾ هڪ وڏو ڪارو ڏيڏر به رهندو هو. هو هر وقت ننڍڙن ڏيڏرن تي رعب وجهڻ لاءِ

انهن کي ڏاپيندو ۽ دڙڪا ڏيندو هو. هن جي انهيءَ سخت طبيعت جي ڪري جڏهن ٻڪا ٻوڙها، وڏڙا ڏيڏر هدايت ڪندا هئا ته هو چڙي پوندو هو ۽ پنهنجي وڏڙن جي هدايت تي عمل ڪرڻ بجاءِ انهن جون چٿرون ڪندو هو، وڏا ٽپنگ ٽپا ڏيندو ۽ ٽان ٽان ڪندو تلاءَ ۾ هليو ويندو هو.

هڪ ڏينهن انهيءَ ڪاري ڏيڏر جي دل ۾ خواهش پيدا ٿي ته "جيڪر زمين جو سير ڪجي"، سارو ڏينهن ۽ ساري رات تلاءَ جي ماڳئي ماحول ۾ بيزار ٿي پيو آهيان، چونه سڪيءَ جو سير ڪري هوا بدلائجي" هن پنهنجي منهن ٻڌڪيو.

اهو خيال ڪري ڪاري ڏيڏر هڪ وڏو ٽپنگ ڏنو ۽ تلاءَ کان ٻاهر ڪنڌيءَ تي اچي ڪريو ۽ پوءِ هڪ ٻئي پٺيان وڏا ٽپا ڏيندو زمين جو سير ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. هلندو هلندو هو ڪافي اڳتي نڪري آيو. هاڻي هو ڀنڊ ڪري ٿڪجي پيو هو.

پوئتي نظر ڪري ڏٺائين، تلاءُ ڪافي پوئتي رهجي ويو هو.

سوچيائين: "آرام ڪري ٿورو ٿڪ ڀڃجي،.... تازو توانو ٿي پوءِ تو تلاءَ ڏي وڃان...."

اهو سوچي هو هڪ ٻوڙي جي ٻاڙ ۾ جانوري ۾ ٿي ويٺو ۽ اکيون ٻوٽي آرام ڪرڻ لڳو.

هن جي اڃا مس اک ئي لڳي ته هن هڪ وڏو

ڦوڪٽ جو آواز ٻڌو.... هو ڏاڍو گهٻرائجي ويو، هن محسوس ڪيو ته ڄڻ ڪو وڏو طوفان آيو هجي. اڃا هو اکيون کولي ڏسي ته مار هڪ ڪارو نانگ ڳاڙهيون اکيون ڦوٽاريو ڪيس کائڻ لاءِ تيار بيٺو هو. هن پنهنجو موت اکين سان ڏٺو، پر هو وڏو چالاڪ هو. هن جلدي پنهنجي سر جي بچائڻ جي ترڪيب سوچي ورتي، ۽ ٻانهون ٻڌي نماڻائيءَ سان نيزاري ڪندي نانگ سان مخاطب ٿيو.

"رحم.... سرڪار رحم.... مان ته توهان جو پراڻو نيازمند ۽ نوڪر آهيان ۽ هميشه اوهان جي آل ۽ اولاد جو دعاگو رهندو آهيان، خدمت گذار کي ڇا ٿا ماريو؟...."

ڪاري نانگ کي، هن جي بي وقتي گفتگو ٻڌي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ چڙ ڀريندي چيائينس:

"مان تنهنجي ڪا به بڪواس ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونه آهيان بس تون موت لاءِ تيار ٿي وڃ."

"قبلا مان ته.... حاضر آهيان.... پر هڪ عرض.... ڪرڻ ٿو گهران، جيڪڏهن.... اجازت ڏيو ته عرض ڪريان،.... پوءِ اوهان مرضيءَ جا مختيار آهيو...."

هن ڏڪندي ڏڪندي عرض ڪيو:

نانگ پنهنجي زبان مرڪائيندي ۽ ڳاڙهيون اکيون ڦيرائيندي چيو:

"ڇا ٿو چوڻ چاهين....؟"

ڏيڏر چيو: "سرڪار مان هڪڙو ڏيڏرڙو توهان جي قوت لاءِ ڪهڙي مدد ڪندس.... مان اوهان کي پنهنجي تلاءَ تي وٺي ٿو هلان، اتي اڪيچار ڏيڏر آهن.... اوهان مون مسڪين جي مهماني قبول ڪريو... ۽ مزي سان هلي قسمين، سٽيا ڏيڏر کائي، پنهنجي زندگيءَ جا ڪجهه ڏينهن مزي سان گذاري مون کي دعا ڪريو...."

ڪاري نانگ ٿورو سوچيو، هن جي ڳالهه سمجهه ۾ آيس، مرڪي پيو ۽ پنهنجي ڦڻ سمائي ڏيڏر جي پٺي پنهنجي پڇ سان ٿپيري ڪيس شاباس ڏيندي چيائين: "تون ته ڪو دانشور ڏيڏر آهين، اڄ کان پوءِ تون مان پڪ مٽ يار آهيون."

ڪارو ڏيڏر پنهنجي سياڻپ تي ڏاڍو خوش ٿيو، دل ئي دل ۾ مرڪڻ لڳو ۽ ٽپڙا ڏيندو اڳيان ۾ هلڻ لڳو ۽ نانگ ان جي پٺيان پيٺو ٿاهيندو هلڻ لڳو ۽ ٻئي تلاءَ طرف روانا ٿيا.

ٿوري دير کان پوءِ ٻئي جڏا تلاءَ جي ويجهو اچي پهتا، ڏيڏر اشارو ڪري نانگ کي پري کان تلاءَ ڏيکاريو. نانگ پري کان تلاءَ ڏٺو ۽ ننڍڙن وڏن ڏيڏرن جي ٽان.... ٽان.... جا آواز به فضا ۾ گونجندي ٻڌا ڪيس تسلي ٿي وئي. نانگ وري به پنهنجي وفادار غلام جي هٿ ٿپيري.... ڏيڏر پوءِ کانئس موڪلايو. نانگ هڪ وڏي ۽ گهاٽي وڻ تي وڃي آرامي ٿيو

ڏيڏر ٽينگڙا ڏيندو تلاءَ ۾ آيو ۽ تلاءَ جي ٿڌي پاڻيءَ ۾ تري پنهنجو ٿڪ لاهڻ لڳو. ڪارو ڏيڏر اڄ ڏاڍو خوش هو ڪيس پنهنجي چالاڪي ۽ سياڻپ تي ڏاڍي خوشي هئي. ترندي ترندي هو گيت به جهونگاري رهيو هو. تلاءَ جا سڀ ساٿي ڪاري ڏيڏر جي غيرمعمولي خوشي ڏسي ڪانئس پڇڻ لڳا.

”ڇو ڀلا تون اڄ ڏاڍو خوش ٿو نظر اچين، خير ته آهي؟“

ڪاري ڏيڏر ٽهڪڙا ڏيندي ورائيو:

مان اڄ سڪيءَ جو سير ڪري آيو آهيان، تنهن ڪري ڏاڍو خوش آهيان.“

ڪارو نانگ هاڻي هميشه جي لاءِ تلاءَ جي ڀرسان هڪ گهاٽي وڻ ۾ رهڻ لڳو. هو رات جي اونداهيءَ ۾ وڻ تان لهي ايندو هو ۽ تلاءَ جي ڪناري ڪنهن گهاٽي ٻوڙي ۾ لڪي سڀ ساري ويهي رهندو هو ۽ هڪ ٻه ڏيڏر يا ڏيڏريون ڳڙڪائي پنهنجو پيٽ ڀري، اوڳرايون ڏيندو، زبان مرڪائيندو وري پنهنجي وٿاڻ تي وڃي آرامي ٿيندو هو. ڏينهن جو سارو ڏينهن نانگ پنهنجي آستاني تي موزي سان ننڊ ڪندي گذاريندو هو. سندس چاڙتو غدار ڏيڏر پنهنجي ساٿين کان اک ٻچائي، چوريءَ چوريءَ نانگ سان ملي ڪيس تلاءَ ۾ رهندڙ ڏيڏرن جون خبرون ۽ تاثرات وڃي ٻڌائيندو هو.

هاڻي روز بروز، هوريان ڏيڏر ڪٽڻ لڳا ۽

۽ تلاءُ خالي ٿيڻ لڳو. ويچارن ڏيڏرن پنهنجي گهٽجندڙ تعداد تي گهڻو ئي منهن مٿو پٽيو پر، ڪجهه ڪين وريو. ڏيڏر ڪٽندا رهيا، نانگ جو پيٽ ڀربو رهيو، ۽ غدار ڏيڏر پنهنجي قوم مارائي، شاباس تي مٿو ڪوڙائي پنهنجي قوم مارائي کلندو ۽ ڪڇيون هڻندو رهيو.

آخر هڪڙو ڏينهن اهڙو به آيو جو سارو تلاءُ ڏيڏرن کان خالي ٿي ويو ۽ بس باقي هڪڙو غدار ڏيڏر وڃي بچيو. رات جو معمول مطابق نانگ وڻ تان لٿو ۽ سڌو تلاءَ جي ڪناري تي آيو. خوشامدي ڏيڏر جو پنهنجي آقا کي ايندو ڏٺو ته ڊوڙي وڃي معمول مطابق ان جو استقبال ڪندي نوڙي سلام ڪيائين.

نانگ چيو "ڏيڏر خان ڪر خبر ڪهڙو احوال آهي.......؟"

"سرڪار اوهان جون دعائون آهن، اوهان جي راڄ ۾ اسان جو سٺو وقت ٿو گذري" ڏيڏر خوشامد ڪندي ورائيو.

"سارو ڏينهن بک ڪاٽي اٿم آهي ڪو شڪار؟" نانگ پنهنجو مطلب بيان ڪندي چيو.

"پر سائين ساري تلاءَ جا سڀ ڏيڏر ته اوهان جو... ڪاڄ ٿي ويا" ڏيڏر خوف زده ٿيندي ورائيو.

"پر هاڻي بک جي باهه ته وسائڻي آهي.... پيٽ ته ڀرڻو آهي.... تون ئي تيار ٿيءُ.... اڄ تنهنجو گوشت کائڻ تي دل ٿي چوي.... ڏاڍو لذيذ ۽ مزيدار هوندو"

نانگ زبان مرڪائيندي چيو.

”ها سائين! مان تہ اوهان جو وفادار غلام آهيان.“ ڏيڏر ليلائيندي چيو.

”پوءِ ڇا ٿي پيو....؟“ نانگ بيقرار ٿيندي چيو.

”سائين! پنهنجي فرمانبردار غلام تي رحم ڪريو... رحم ڪريو سرڪار....!“ ڏيڏر نيزاري ڪندي چيو.

”تون پنهنجي قوم جو ويري آهين.... قوم جو دشمن ڪنهن سان بہ سچو ناهي ٿيندو توڪي ان جي سزا ضرور ملندي“

ائين چئي نانگ پنهنجو وڏو وات ڦاڙي ڏيڏر کي چڪ وڌو.

ٽان.... ٽان.... ڏيڏر جو آواز فضا ۾ ڦهلجي هميشه لاءِ خاموش ٿي ويو. غدار ڏيڏر کي هضم ڪري نانگ ڳاڙهيون اکيون مچڪائيندو ۽ زبان مرڪائيندو تلاءَ واري جوءِ ڇڏي وري ڪنهن ٻئي قوم جي غدار جي تلاش ۾ راهي ٿيو.

---



# ايمانداري

جڏهن کان ڊاڪٽر جمال صاحب اسان جي ڪاليج جو پرنسپال ٿي آيو آهي تڏهن کان اسان جي ڪاليج جو مقدر ئي بدلجي ويو آهي. ڊاڪٽر صاحب هڪ محنتي ۽ ايماندار پرنسپال آهي، اڄ سان هن پنهنجو

سٺورو توجهه ڪاليج جي بگڙيل حالت کي سڌارڻ جي طرف ڏنو آهي.

پهرين ڏينهن ئي ڊاڪٽر صاحب ڪاليج جي آڊيٽوريم ۾ استادن ۽ شاگردن جي گڏيل ميٽنگ ڪوٺائي ۽ سڀني کي مخاطب ٿيندي چيو:

منهنجا عزيز استادو ۽ شاگردو!, گذارش هيءَ ڪرڻي اٿم ته ڪاليج اسان جو گهر آهي ۽ اسان سڀ هڪ گهر جا ڀاتي، اسان جو فرض آهي ته اسان پنهنجي گهر جي حفاظت ڪريون، ۽ ان کي سنوارڻ ۽ سينگارڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪريون ـــ مان هن ڪاليج کي هڪ مثالي ڪاليج بنائڻ جو سندر سپنو پنهنجي ذهن جي اسڪرين تي سجائي ڪٺي آيو آهيان. پر اهو سپنو تڏهن ئي ساڀيان جو روپ ماڻيندو جڏهن اوهان سڀئي منهنجا ٻانهن ٻيلي ٿي منهنجي مدد ڪندا. مون کي پڪ آهي ته اوهان سڀ سائي مون کي پنهنجي سات ۽ سهڪار سان نوازيندا ـــ

پرنسپال جي انهيءَ تقرير سڀني تي ڏاڍو اثر ڪيو. استادن ۽ شاگردن جي ڪجهه نمائندن به ڳالهايو ۽ پرنسپال صاحب کي پنهنجي مڪمل سات جو يقين ڏياريو.

انهيءَ ڏينهن کان پوءِ اسان جي ڪاليج ۾ روز بروز نت نيون تبديليون ظاهر ٿيڻ لڳيون.

ٻئي ڏينهن تي پرنسپال هڪ ليٽر ڪيڏي نوٽيس بورڊ تي لڳايو جنهن ۾ سموري عملي ۽ شاگردن کي صفائي جو هفتو ملهائڻ لاءِ چيو ويو هو. انهيءَ ليٽر جي نتيجي ۾ هر روز ٻوڏيان ٻه پيرڊ شاگرد ۽ استاد گڏجي، ڪاليج جي ڀتين تي لکيل مختلف سياسي نعرا ۽ پوسٽر ڊاهڻ ۾ مشغول ٿي ويندا هئاسين، اهڙيءَ طرح هفتي کن ۾ اسان جي ڪاليج جي ديوارون چمڪڻ لڳيون ۽ هڪ صاف سٿرو ماحول مزو ڏيڻ لڳو پڙهائي جو سرشتو به بدلجي ويو. پرنسپال صاحب جي خاص توجهه جي ڪري باقائدگيءَ سان ڪلاس هلڻ لڳا ۽ ٿوري ئي وقت ۾ ڪلاسن جي حاضري به تمام سٺي ٿي ويئي.

انهيءَ تبديليءَ ڪجهه سست استادن کي ۽ شاگردن کي وقتي طور مونجهاري ۾ وڌو، پر پوءِ هو حالتن کي سمجهي ويا ۽ جلد ئي پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويا. ڊاڪٽر صاحب جي انتظامي صلاحيتن سبب ڪاليج ۾ ٻاهرين ماڻهن جي مداخلت به ختم ٿي ويئي، ۽ ڪاليج جي ساک اهڙي بحال ٿي ويئي جو هوريان هوريان اسان جو ڪاليج ضلعي جي سٺن ڪاليجن ۾ شمار ٿيڻ لڳو.

امتحان جو زمانو اچي ويو. ڊاڪٽر صاحب ڪاپيءَ جهڙي موذي مرض جي خلاف ڪات ڪهاڙا کڻي ميدان ۾ اچي ويو. پاڻ پنهنجي سر هلندڙ امتحان جي

دوران بلاڪن ۾ راؤنڊ ڪندو رهندو هو.

پرنسپال صاحب جي سخت پاليسيءَ سبب ڪاپيءَ تي ڪافي ڪنٽرول ٿيو، جن سست شاگردن ڪاپيءَ جي آسري تي محنت ڪونه ڪئي هئي، اهي ڏاڍا پريشان ٿيا، پر محنتي شاگردن کي خوشي ٿي، ۽ کين يقين ٿيڻ لڳو ته کين سندن محنت جو ڦل ضرور نصيب ٿيندو.

پرنسپال صاحب جو پٽ نجيب به انٽر سائنس جو شاگرد هو. اهو به امتحان ۾ ويٺو پر پاليسيءَ سبب ان سان به ڪنهن قسم جي رعايت ڪانه ٿي. ڊاڪٽر صاحب جي انصاف سبب سڀني کي ڏندين آڱريون اچي ويون، جو سندس سخت پاليسيءَ کان سندس پٽ به بچي ڪونه سگهيو.

امتحان جو نتيجو ظاهر ٿيو، اخبارن ۾ جڏهن پرنسپال صاحب جي پٽ نجيب جي فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ٿيڻ جي خبر تصويرن سان اخبار ۾ شايع ٿي تڏهن سڀني کي حيرت وچان پريشاني ٿي.

انهي ڏينهن ڊاڪٽر جمال پرنسپال صاحب پنهنجي بنگلي تي هڪ عاليشان ڊنر جو بندوبست ڪيو، هن ماڻيءَ ۾ ڪاليج جا سائنس جا سبجيڪٽ پڙهائيندڙ سڀ استاد شريڪ ٿيا.

پرنسپال صاحب، ماني کان اڳ سڀني استادن کي

مخاطب ٿيندي چيو "دوستو مان اوھان جو نهايت ٿورائتو آھيان جو اوھان فرض شناسيءَ مان ڪم ڪري منهنجو مان مٿاھون ڪيو آھي. جيڪڏھن اوھان منهنجي تعاون سان نه نوازيو ها ته نجيب کي نمايان ڪاميابي نصيب نه ٿئي ها.

سڀني استادن نماڻائي سان گردن جهڪائي گڏجي چيو. "اوھان جنهن ايمانداريءَ سان قوم جي خدمت ڪريو ٿا، انهيءَ جي اڳيان اسان جي هن ننڍڙي خدمت جي ڪهڙي حيثيت آھي، محنت ته نجيب جي ھئي، اسان ته سندس پيپر مٿائي، گهر ڪيل سندس ٿي پيپر رکيا، قبلا! اھا ڪهڙي وڏي ڳالهه آھي."

پرنسپال موٽ ۾ سرڪندي چيو "مان ته قوم جي ٻچڙن جو خادم آھيان ۽ انشاءَالله سموري حياتي ايمانداريءَ سان قوم جي خدمت ڪندو رھندس."

انهيءَ وقت پرنسپال صاحب جي پيشانيءَ مان ايمانداريءَ جو نور چمڪي رھيو ھو.

---



# ڪارو چنڊ

شام چنڊ ٻيهندو، سڀاڻي عيد ٿيندي، هرڪو خوشيءَ ۾ ٻهڪي ٿو، هيڪو پنهنجي وت ۾ وس آهر پنهنجي ٻارڙن جي خوشيءَ لاءِ عيد جي خريداريءَ ۾ مشغول آهي.

سوڍو رلندو ڦٽڪندو بازار ۾ اچي نڪتو. بازار ۾ خريدارن جي ڏاڍي رش هئي، ننڍڙا ٻار پنهنجي عزيزن سان گڏ خوش خوش خريداري ڪري رهيا هئا.

سوڍي پنهنجي ڪپڙن ڏي نهاريو جيڪي ميرا ۽ هنڌ هنڌ کان ڦاٽل هئا. ڦاٽل چولي مان هن پنهنجو ڪارو ڪلوٽو بدن ڏٺو. هن وري پنهنجي اگهاڙن پيرن ڏي نظر ڪئي، ۽ سامهون دڪان تي شوڪيس ۾ رکيل رنگ برنگي بوٽ ڏسي سندس دل هرکڻ لڳي. هو سِڌي شوڪيس جي ڀرسان ويو. هڪ بوٽ ڏي پنهنجي ننڍڙي آڱر ڪٺي دوڪان واري کان پڇڻ لڳو. "ڪاڪا هي بوٽ گهڻي؟" دڪان واري ڪرڙيون اکيون ڪري ڇڙٻ ڏيندي چيس: هل ڇورا......"

سوڍو مايوس ٿي اڳتي وڌي ويو ۽ سندس ننڍڙي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ويئي، هو ٿورو اڳتي هليو ته پريان پنهنجي پاڙيسري ڇوڪري اسلم کي ڏٺائين، جيڪو پنهنجي پيءُ سان گڏ اچي رهيو هو. ۽ سندس هٿي هٿن ۾ عيد لاءِ خريد ڪيل سامان سان سٽيل پلاسٽڪ جون ٿيلهيون هيون، ڪپڙا.... ڪارهو بوٽ.. انگريزي ٽوپلو، سوڍي جي اکين ۾ حسرت جا موتي ڳوڙهن جي صورت ۾ تري آيا.

بي خياليءَ ۾ سوڍي جو هٿ پنهنجي کيسي ۾ هليو

ويو. جڏهن هٿ ڪيڏيائين ته سندس هٿ ۾ هڪ مٺيءَ
جو گُليلو ۽ ٻي ڪوني ٻانڌهلي هئي. اها ڪوني پاٺهلي
هن ڪجهه ڏينهن اڳ رستي، تان لڌي هئي. پاٺهلي
ڏسي سندس دل ٻال وانگر ٽپا ڏيڻ لڳي هئي ۽ ٻان
کي خوشيءَ جي پينگهه ۾ لڏندو محسوس ڪيو هئائين
هن سارو ڏينهن مهٽي مهٽي ڪاري پاٺليءَ کي اڇو
ڪيو هو، ۽ شام جو جڏهن اها پاٺهلي ڪوڙل چولن
واري کي ڏني هئائين ۽ نماڻو منهن ڪري، ننيڙو
هٿ ڏگهيڙي ڪانئس چولا گهريا هئا. تڏهن ڪوڙل
چولن واري ڪوڙو منهن ڪري چڙب ڪيندي،
پاٺولي اڇلائي ڏني هئس، پر وري به هن اها ڪوني
پاٺولي پنهنجي ملڪيت ۽ ميراث سمجهي ساهه سان
سانڊي رکي ته من نه من هلي پوي. پر اڄ ڏينهن
تائين اها پاٺولي ڪونه هلي هئي.

سوڍي گليلي ۽ پاٺليءَ کي غور سان ڏٺو ۽ وري
کيسي ۾ رکي، الائي ڇا سوچي وٺي ڊوڙ پاتائين ۽
ڊوڙندو ڊوڙندو اچي گهر پهتو.

سوڍي جي ماءُ سوني پنهنجي پراڻي ڪوٺڙيءَ جي
اڳيان منهن جي هيٺان ويٺي پراڻن لٽڙن کي ڏرپيو ۽
چتيون هڻيون.

ماءُ کي ڏسي سوڍي جي اکين جا بند ٽٽي پيا ۽
سندس چنجهڙيون اکيون ساوڻ جي مينهن وانگر وسڻ
لڳيون، ۽ سڏڪا پريندي ماءُ کي چيائين:

”امڙ! عيد جا ڪپڙا .... بوٽ .... امان! ٽوپي،
امان! امان! اسلم ته ڪوڙ سارا سامان خريد ڪيا آهن“
ماءُ پنهنجي ٽڪڙي ۽ پياري پٽ جا انگل ٻڌي،
حسرت ۽ مايوسيءَ جي برپٽ ۾ ٻڏڪڻ لڳي. سندس
آنڊا منهن اچڻ لڳا، وٽس ڪوبه جواب ڪونه هو
جيڪو پٽ کي پرچائڻ ۽ پرپائڻ لاءِ ڏئي. هن پٽ
کي ڇڪي ڇاتيءَ سان لاتو، سندس اکين مان لڙڪ
لارون ڪري، وهڻ لڳا. مجبور مامتا سڏڪا روڪيندي
صرف ايترو چيو: ”ڪوڙ پٽ!.... ڪوڙ.“
ايتري ۾ سوڊي جي ٻيڻ سدوري به اچي سهڙي،
ماءُ کي سڏڪندو ڏسي هن کي به پنهنجون عيد جون
شيون ياد پيون ۽ ويچارو منهن ڪري ماءُ کي ليلائڻ
چوڻ لڳي:
”امڙ! مون کي به پوتي وٺي ڏي.... چوڙيون وٺي
ڏي.... او منڙي امڙ! سرخي وٺي ڏي....“
ماءُ جو ساهه منجهڻ لڳو، ڪيس سمجهه ۾ نه پئي
آيو ته هوءَ پنهنجي انهن ٻارڙن کي ڪهڙو دلاسو
ڏي.... ۽ پنهنجي مجبوري ڪيئن سمجهائي.
ذڪوبل ماءُ کي هڪ ڳالهه ياد اچي ويئي ۽
سندس سوچ ۾ هڪ اميد جو ڪرڻو اڀري آيو. هوءَ
سرهي ٿي ۽ پنهنجي يتيم ٻچڙن کي ڀاڪر ۾ ڀريندي چيو.
”ماٺ ڪريو نه روئو، سيٺ رحيم جن ڏي تـا

هلون، حاجي صاحب جن فطرانو ورهائيندا آهن، اتان ضرور ڪجهه نه ڪجهه ملي ويندو.“

سوني اٿي ڪڙي ٿي، مٿي رکيل ڦاٽل ۽ پراڻي رئي کي ٺيڪ ڪيائين ۽ ٻارڙن سان گڏ سيٺ صاحب جي گهر رواني ٿي. گهر ٻري ڪونه هو، ۽ هو اتي جلدي پهچي ويا.

سيٺياڻي نون نوٽن جون ٿيلهيون ۽ چلڪندڙ سڪن جو ڍير اڳيان رکيو فطرانو ورهائي رهي هئي.

سونيءَ هٻڪندي چيو ”حاجياڻي.... ٻن يتيم ٻارڙن سان آئي آهيان.... پنهنجي ٻچن جو صدقو.... سنهنجي ٻچڙن کي به عيد ڪراءِ.“

سيٺياڻيءَ جي نرڙ ۾ نفرت جا گهنج پئجي ويا ۽ ڪاوڙ مان چيائين:

”اڃا ٽيون ڪونه هٿيئه ڇا...؟

سونيءَ جون لونڊڙيون وچڻ لڳيون، هن پاڻ کي شرم جي پگهر ۾ پسندي محسوس ڪيو.

سيٺياڻي نوٽن جي ٿهيءَ مان سٺ ڏئي ٻه ڪڙڪنا رپئي رپئي جا نوٽ ڪڍي سونيءَ جي هٿ تي رکيا ۽ ريزگاريءَ جي ڍير مان ٻه آڌيون ڪڍي هڪ هڪ ڪري معصوم سوڍي ۽ سدوريءَ جي ترين تي رکيون.

سونيءَ جي ذهن ۾ بوٽ.... ڪپڙا.... چوڙيون.... ڦرڻ لڳا ۽ سندس مٿو چڪرائڻ لڳو. هن دل ٻڌي هٻڪندي.... هٻڪندي وري سيٺياڻيءَ کي چيو:

”.... حاجياڻي.... عيد ته.... ڪانه ٿيندي....“

سيڻاڻيءَ جو پارو چڙهي ويو. منهن سڄي ويس ۾ ڪاوڙ مان گجندي چيائين:

سوني ڏنو ڪنو نه ڪر.... مون ڪو عيد ڪرائڻ جو ٺيڪو ته نه ڪنيو آهي. چڱائي برباد گناهه نازل.“

سيڻياڻيءَ جا لفظ سونيءَ کي هٿوڙو بڻجي مغز ۾ لڳا. هن پاڻ کي زمين ۾ لهندي محسوس ڪيو، ۾ ۾ گوڙن پيرن کي گهليندي واپس موني، مايوس مامتا جا مجبور ہارڙا، هڪ ٻئي ڏي ڏسندا مرجهايل مرڪ مرڪندا ماءُ جي هٿيان هلڻ لڳا.

رات جو چنڊ ٻيٺو، سونيءَ ڏٺو ته اهو مسجد جي ڏگهي مناري جي مٿان آسمان ۾ چمڪي رهيو هو، پر سونيءَ، سوڍي ۽ سدوريءَ وارن مايوس اکيون کٽي مٿي نهاريو ته چنڊ ڪارو هو.

---



# ڀاڙهو پيٽ

ڏر تان لٿي کين اڄ ٽيون ڏينهن ٿيو آهي. ڏريلن جو هي ننڍڙو ڪٽنب ڏر جي ڏڪر کان ڏڙجي، هڪ جي راڪاس کان جان بچائڻ جو ارادو ڪري، پنهنجي ڏيري گڏهڙي تي پنهنجو ڏڌو پلاڻي آچر ڀلار جي ڳوٺ کان آباد سنڌ جي طرف روانو ٿيو.

هونءَ ته راوت جي دل ته پٿي ڇيو ته ڪو اباڻا ڪکڙا ڇڏي ٻيءَ گهر ۾ دربدر ٿي بنا ڪنهن اپل آسري

جي نڪري، پر جڏهن آچر ڀلار جو سمورو ڳوٺ هڪ ٻه ٻه گهر ڪري لڏي ويو تڏهن روپان ۽ راوت ڪي به الڪي اچي ورايو. سندن گنديءَ ۾ جيڪي ٻاجهر جا داڻا هئا سي به ٻڪ ٻڪ ٿي پورا ٿي ويا.

رملي ۽ رڪپال صبح جو بکاري پيٽ پٽڻ ٿي، نڪري ويندا هئا ۽ سڪل ڪرڙن ۽ ڄارن ماڻ کي سڙيل ڏيلها ۽ ٻيرون تلاش ڪري پنهنجي خالي پيٽ کي اٽپورو آئت ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. اڄ هو ٻئي ڪچڙي منجهند تائين ڪافي ٻري تائين رليا، پر ڪين هڪ اڌ ڏيلهونءَ کان سواءِ ڪجهه به نه مليو. ٻئي معصوم ٻارڙا نراس ۽ نااميد ٿي بکارا ئي بکارا پنهنجيءَ جهوپڙيءَ ڏي موٽي آيا.

ماڻن ڇيچ ۾ ٻاجهريءَ جو آخري ٻڪ ڪيئي رب رڌڻ جون تياريون ڪري رهي هئي. ٻارڙا سندس ڀر ۾ اچي نماڻو منهن ڪري ويهي رهيا. روپان ٻاجهري صاف ڪري راوت جو انتظار ڪرڻ لڳي، جيڪو ٻاليءَ جي ڪلي ڪٺي پر واري ڪنهن ڳوٺ مان پاڻي آڻڻ لاءِ ويل هو. ڀلا پاڻيءَ کان سواءِ رب رڌجي به ڪيئن! ٻارڙا سوالي نگاهن سان ماءُ جو منهن تڪڻ لڳا، پر روپان وٽ ڪو جواب هجي ته ٻچن کي ڏي، اٻتري ۾ ڪڙهه تي ڪڙڪو ٿيو ۽ سڀئي نماڻا نيڻ ڪٺي ڳليءَ طرف تڪڻ لڳا.

راوت پاڻيءَ جي ڪلي آڏي روپان ۽ ٻارڙن اڳيان لاهي رکي.

”سارو تر جاچيم پر ڪٿي به پاڻي ڪونه مليو، سڀ ڳوٺ خالي ٿي ويا آهن. مجبور ٿي ڪارڻ ڀوري مان ڪلي ڀري آيو آهيان.“

راوت ڪلي رکندي چيو.

روپان ڪنهن جواب ڏيڻ کان سواءِ ڪليءَ جي منهن کي ويڙهيل رسي کولي، بدبوءِ جو هڪ جهونڪو ڪليءَ مان نڪري سندس نڪ ۾ وڃي لڳو ۽ روپان نڪ گهنجائي منهن ٻئي پاسي ڪري ڇڏيو. هن اٿي ڪلي ڀڳل ڪينگر ۾ اوتي، چؤطرف هلڪي بدبوءِ ڦهلجي وئي ۾ رسليءَ ۽ رکپال جي خشڪ چپڙن تي هلڪي اداس مرڪ تري آئي، جڻ سندن ٻاهي هنن لاءِ مولوي معاذ جي ٿاڌل شربت جا شيشا آندا هجن.

روپان ديڳڙيءَ جي مٿان پنهنجي پوتيءَ جو پلاند رکي، ڪينگر مان پاڻيءَ جي ڪپي ڀري پوتيءَ مٿان هاري، پاڻي ڇاڻي، ديڳڙي ڪٽي ٻاهر ٿي رکي. ٿوري دير ۾ پاڻي نچڪڻ لڳو، نچڪندڙ پاڻيءَ ۾ روپان ٻاجهريءَ جو ٻڪ وجهي ديڳڙي تي ڍڪڻ رکي چلهه تان اٿي ويٺي ۽ ٻارڙا ٻاجهريءَ جي رٻ تيار ٿيڻ جي اوسيئڙي ۾ اتي ئي هٽ تسي ئي ٻلتي ماري ويهي رهيا.

روپان اٿي جهوپڙيءَ کي ڏنل ڪنڊيءَ مان

سڪن ڍين جي مٽ ڇني، پرپرو ٻيٺل گڏهه جي اڳيان اڇلي، ٻڪايل گڏهه خالي پيٽ کي آٽت ڏيڻ لاءِ سڪل ڊپ چپاڙي، هاڻ جهل ڪرڻ لڳو.

روپان اندر آئي راوت تڏي تي اونڌهه ۾ ايا گوڏا ڪيو انهن جي مٿان ورايل هٿن تي ڪاڏي رکيو ڪنهن گهري سوچ ۾ گم هو. هوءَ مڙس جي پير ۾ اچي ويٺي.

”هاڻي اسان کي ٻه لڏي هلڻ گهرجي، ٻڪ تي ڪيترو پلا اباڻا ڪڪ وڻندا .... ٻڪ جي پيٽ وچي تي ٻچڙن جو ساهه پيئندي .... ٻاڻ تي نه سهي، ٻچن تي قياس ڪر .... توکي اڇا اباڻن ڪڪن جي لڪي آ .....“

روپان سپ ڪجهه بيزاري مان چوندي وئي.

”هائو! روپان مان ٻاڻ انهيءَ سوچ ۾ آهيان .... سڀاڻي صبح جو سوير، ٻاڪ ڦٽيءَ مهل اسان جو لڏڙو روانو ٿيندو .... وري جي هوندي قسمت ته پنهنجا ٻڪڙا ڏسبا، نه ته يا نصيب ....“

راوت تڏو شوڪارو ڀريندي چيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو آچر ڀلار جي ويران ڳوٺ مان هڪ ننڍڙو قافلو ڀنيرڪي ۾ روانو ٿيو. روپان، راوت، ٻه ٻارڙا ۽ گڏهه تي ميرڻ شاهه جي مڏي، ٻه ڏنڊڻ ۽ ننين تڏي.

هي ننڍڙو قافلو منزلون هڻندو اچي ميرپور خاص پهتو. ڪين نه ڪو اوڊر ۽ اجهي لاءِ تنبو هو، ۽ نه

وري ڪا ٻڪن جي ستايل ويچاري راوت ۾ سگهه هئي جو وهي ڪاٺيون ڪڙا هٽي هٽ ڪري ڪو اجهو اڏي. انهن مڙني سببن جي ڪري راوت ڪنهن وڏي ڇانوري واري وڻ يا اوچي ديوار جي تلاش ۾ هو جتي سج جي ساڙيندڙ اُس کان سندس ٻچن کي ڪي پل پناهه ملي سگهي.

هڪ وڏي بنگلي جي پٽ ۾ راوت اچي پنهنجو لڏو لاٿو. روپان آهستي آهستي ڪري پنهنجو سامان لاهڻ لڳي، ٿوري دير ۾ ٻن ماڻهن سان گڏ رعبدار ڇهري وارو شهري همراهه اچي پهتو.

توهان ڪي هتي ويهڻ جي ڪنهن اجازت ڏني آهي؟" هن رعبدار نموني ۾ راوت کي گهوريندي چيو.

راوت ٻئي هٿ ٻڌندي وراڻيو.

"بابا اسان مسافر ٿري آهيون ٻن ڏينهن کان پوءِ هليا ويندا سون پنهنجي واٽ وٺيو."

" نه بابا نه هي رئيس صاحب جو پلاٽ آهي، توهان کي هتان لڏو پٽڻو پوندو."

"سائين اسان هتي هميشه رهڻ تہ نہ آيا آهيون...."

"مون چيو نه هاڻي جو هاڻي، هتان هليا وڃو."

رئيس صاحب جي ڪمدار اکيون ڪرڙيون ڪندي سختيءَ سان چيو.

روپان ۽ راوت ٻي وسيءَ سان هڪ ٻئي ڏي نهارڻ لڳا، ۽ ٻئي ٻارڙا پنهنجي ماءُ ۽ ساءُ جو منهن تڪي

مجبوري ڏسڻ لڳا. راوت کي ٻي ڪا واهه نظر نه
آئي ۽ هٿ ٻڌندي چيائين :
”حاضر بابا اسان هاڻي هليا ويندا سين“
رئيس جو ڪمدار شهپر وٽي پنهنجي فتح تي خوش ٿي
واپس وڃڻ لڳو ۽ سندس ساٿي به سندس پٺيان راهي ٿيا.
راوت، روپان ڏي ڏسندي چيو:
جڏهن اسان تي اسان جي پالڻهار کي ٿي رحم
ڪونه ٿو اچي، ته پوءِ ٻندا ڇو ٻاجهه ڪن؟“
روپان پنهنجي خاوند جا لفظ ٻڌي، آسمان ڏي
نهار ڪري هڪ ڊگهو ٿڌو شوڪارو ڀريو، ۽ پنهنجي
لاٽل سامان سهيڙڻ لڳي.
رئيس جو ڪمدار ڪاوڙ سان ڪلهن تي رکيل
اجرڪ کي ڇنڊڪا ڏيندو، مڇون مهٽيندو، هلڻ لڳو
۽ سندس ڇمڇڙا سندس پٺيان وڃڻ لڳا، هڪ ڇمڇڙي
ٿورو اڳتي وڌي ڪمدار سان ڪجهه ڳالهايو ۽ وري
راوت جن ڏي موٽي آيو، ۽ روپان ڏي نهاري سانس
مخاطب ٿيو:
”ڇگو مائي: توهان پلي وڃا هجو، پر - تون ڏينهن
ڪان پوءِ هليا وڃجو.... سو ڪمدار صاحب کي
سفارش ڪري اجازت ورتي آهي.“
روپان، راوت ڏي ڏٺو ۽ هلڪي اداس مرڪ ڪنهن
جي ويران مک تي تري آئي. زال مڙس ٿورائتيون
اکيون کڻي مڙسالي ڏي نهاريو ۽ دل ئي دل ۾

خدا ترس ماڻهوءَ کي دعائون ڏيڻ لڳا ۽ وري پنهنجو پڪڙو اڏڻ ۾ مشغول ٿي ويا.

راوت ٻڪاري پيٽ ۽ ساهدار لاءِ پاروٿو ساروٿو هٿ ڪرڻ لاءِ شهر ڏي نڪري ويو. ٿوري دير کان پوءِ موٽيو ته سندس جهول ۾ پاروٿي ٻچيل سچيل مانيءَ جا ٽڪر ۽ هنداڻي جون ڪلون هيون. هن جهول اچي تڏي تي لاٿو، هنداڻي جون ڪلون ڪٽي پرپرو ٻڏل ڳڏهه جي اڳيان اڇلايائين، ڳڏهه ڪنڌ ڏوڻي ٽپ ڏيپ ڪري ڪنن سان تاڙي وڄائي، خوشيءَ جو اظهار ڪري مالڪ جو ٿورو مڃيو ۽ ڪلون کائڻ ۾ مصروف ٿي ويو.

رملي ۽ رکپال تڏي تي ٽڙيل ڀڪڙيل مانيءَ جي ٽڪرن سان ٻک جي باهه کي ڇنڊو ڏيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳا.

سج لهڻ ٻڏڻ وارو هو، رکپال پنهنجي جهوپڙيءَ مان نڪتو، گهمندو گهمندو ميدان ڏي آيو. پريان رئيس جي باغ ۾ وڏن ماڻهن جا ٻارڙا ڪيڏي رهيا هئا، ڪي پينگهه لڏي رهيا هئا ته ڪي وڏڙا ٻارڙا گسڪڻ تي گسڪي رهيا هئا. ننڍڙا ٻار هٿ هٿ ۾ ڏيئي ”لال ڦيري گل ڦيري“ ڪري رهيا هئا. رکپال جي دل ۾ خيال آيو ته هو به جيڪر گسڪڻ جي ڏاڪڻ تي چڙهي وڃي ۽ گسڪندو مٿان ڪ

هيٺ اچي زمين تي لهي. هو ٿورو اڳتي وڌيو پر
وري الائي ڇا سوچي اتي ئي بيهي رهيو.

پريان هڪ ريڙهي وارو سنبوسا، چپس ۽ ڇهري
دال وڪڻي رهيو هو ٻارڙا قطار ڪيو شيون خريد
ڪري رهيا هئا. رڪپال ريڙهي تي رکيل تازن گرم
گرم سنبوسن ڏي نهاريو، ۽ سندس وات ۾ پاڻي ڀرجي
آيو. رڪپال ڳيت ڏئي خشڪ نڙي آلي ڪرڻ جي
ڪوشش ڪئي ۽ باغ سان نڪري روڊ تي اچي پهتو،
۽ اڳيان اڳتي وڌي ويو. پريان رئيس صاحب جي وڏي
اوطاق جو بنگلو غريبن جي ڪکائن گهرن تي کلي
رهيو هو.

رڪپال اوطاق جون حدون ٽپي پرتي گذري ويو.
اوطاق جي پريان رئيس صاحب جي ڪتن جو وڏو لانڍو
اهيل هو. گهمندو گهمندو رڪپال لانڍي وٽ اچي نڪتو
لانڍي ۾ رئيس صاحب جا شڪاري ڪتا ريشم جي
جهڙن سان زنجيرن ۾ هڪ ٻئي کان وڇڙيل ٻڌل هئا.
ڪتن جي اڳيان جست جي ٿالهين ۾ تازا رڌل ڇانور
ڪير ۾ مليل پيل هئا. ڪتن کير پٽ کائي ڍؤ ڪيو
هو، ۽ ٽنگون ڊگهيون ڪيو اکيون ٻوٽيو آرام ڪري
رهيا هئا. ڪتن جي آڏو رکيل کير پٽ ڏسي رڪپال
جي بک جاڳي پئي. سوچيائين ”کير پٽ ڏاڍو مزيدار
هوندو، ڏاڍو مزو ايندو.... پر رملي به ته بکاري آهي“

”چونه پت کٽي وڃا.... ۽ رملي سان گڏ ڪاوان....
پر....“ ڇڻ تہ رڪپال ڪو فيصلو ڪري ورتو ۽
هوريان هوريان لاندي ۾ گهڙي آيو. نوڪر چاڪر پرتي
ٿهيل ڪوٺيءَ ۾ ڪچهرين ۾ مصروف هئا، ۽ ڪتا
ننڊ ۾ پيا هئا.

رڪپال ويجهي پٽل ڪتي جي اکيان رکيل کير
پت جي ... گيندي ڪسڪائي ورتي ۽ هوريان
هوريان پير پير ۾ ڪٽندو ٻاهر نڪرڻ لڳو، اوچتو
سندس پير ڪڙهہ ۾ وڃڙي پيو، ڌاٻو آيس پر ڪرڻ
کان بچائي ويو. ڪڙڪي تي ڪتو سجاڳ ٿيو ۽
رڪپال تي الر ڪري زور سان ڀونڪڻ لڳو. ڪتي
جي ڀونڪڻ تي رئيس جو نوڪر ٻاهر نڪتو ۽ رڪپال
کي ڪڙهہ کان نپندو نعي ورتائين.

رڪپال نپل جسم سان ڊوڙندو روڊ تي پهتو، پٺتي
نهار ڪيائين اوندهہ ۾ کيس ڪجهہ بہ نظر نہ آيو.
هو هر خطري کان آزاد ڊڪندو اچي پنهنجي جهوپڙي
۾ پهتو.

”رملي! او رملي! ڏس مون تو لاءِ کير پت آندو
آهي، اٿ تہ کائون“ رڪپال سڀ ڪجهہ سهڪندي
سهڪندي ٽڪڙ ۾ سڀ ڪجهہ چئي ويو.

رملي جيڪا ٽڪ ۽ بڪ سبب ٽڏي تي پنهنجي
ٻيءَ جو پراڻو اجرڪ اوڍيو ستي پئي هئي. پاڻڙي جا

سڌ ٻڌي ٽپ ڏيئي اٿي ويٺي ۽ ڪير پٽ جي گيندي ڏسي سنڌس اداس اکين ۾ خوشي جي چمڪ جرڪڻ لڳي.

رکپال ڪير پٽ وچ تي رکيو ڏسي مس ته رئيس جي ڪتن جو راڪو ڊوڙندو جهوپڙيءَ ۾ گهڙي آيو.

هڪ زوردار ٺڪر رکپال جي گول مٽول ساورڙي سنهن تي ٺڪاءُ ڏيئي ويو ۽ سنڌس نڪ مان رت جو ڦوهارو نڪري ڪير پٽ تي وڃي ڪريو. ٻيءَ ساعت ۾ سمورو پٽ ڳاڙهو ٿي ويو. رملي ۽ رکپال خوف کان سراپجي ويا. رملي ويچاريءَ کي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي، هوءَ حواس وڃائي ڪڏهن ڳاڙهي پٽ ڏي ته وري ڪڏهن رئيس جي نوڪر ڏي نهارڻ لڳي، جيڪو جلاد بڻيو مٿس بيٺو هو.

سوئنچي ته راوت ۽ روپان جهوپڙي مان ٻاهر نڪري آيا. روپان ڊوڙي وڃي پٽ کي جهوليءَ ۾ کيو ۽ پنهنجي پراڻي پوتي سان رکپال جي نڪ مان وهندڙ رت کي صاف ڪرڻ لڳي. سنڌس اکين ۾ انڪيل لڙڪ وهي پنس جي ڳاڙهي چولي ۾ جذب ٿي ويا. راوت سيني ۾ سور جي سوٽ محسوس ڪئي، ڪنڌ مٿي ڪري آسمان ڏي نهاري اکيون بند ڪري ڇڏيائين.

---



# شھيد جو موت

اھو ڏينھن مون کي چڱي طرح ياد آھي، جنھن ڏينھن سرڪاري گاڏي نورل جي پيءُ جو لاش ڳوٺ کڻي آئي ھئي. نورل انھيءَ ڏينھن ٻرڙاٽ ڪري رنو ھو، روئي روئي سندس اکيون ڳاڙھيون ٿي ويون هيون ۽ اکيون سڄي پيون ھيون. سندس ماءُ ته اصل چري ٿي پئي ھئي.

نورل جو پيءُ فوج ۾ سپاھي ھو، وطن جي سرحدن

جي حفاظت سندس ذمي هئي. هو ڪڏهن ڪڏهن عيد
تي يا ڪن ٻين موڪل وارن ڏينهن تي ڳوٺ نظر
ايندو هو، نه ته گهڻو ڪري نوڪريءَ تي گذاريندو
هو. نورل سندس اڪيلو پٽ هو، هو پنهنجي پٽ نورل
کي ڏاڍو پيار ڪندو هو. هو جڏهن به نوڪريءَ تان
ڳوٺ ايندو هو ته پنهنجي پٽ لاءِ راند ڪا، مٺائي يا
ڪپڙا ضرور آڻيندو هو.

انهيءَ وقت سياري جا ڏينهن هئا نورل جو پيءُ
روزن واريءَ عيد تي پندرهن ڏينهن جي موڪل وٺي
ڳوٺ آيو هو. تڏهن به عيد لاءِ نورل کي نوان ڪپڙا
۽ نڪرڻ واري ٽوپي آڻي ڏني هئائين.

عيد واري ڏينهن مان ۽ نورل عيد نماز کان پوءِ
نورل جي گهر آياسين، نورل جو پيءُ ان وقت گهر
۾ موجود هو. هن اسان ٻنهي کي ڏاڍو پيار ڏنو، هو
سون کي به ڏاڍو پيار ڏيندو هو، چاڪاڻ ته مان به ته
سندس پياري پٽ نورل جو پيارو دوست هيس! هن
اسان کي خرچي ڏني هئي ۽ پاڻ سان گڏ مٺا چانور
کارايا هئا.

عيد جي ٽئي ڏينهن تي اسان جي ڳوٺ ۾ هڪ
ٽپالي سائيڪل تي چڙهي آيو ۽ نورل جي پيءُ کي
اچي هڪ لفافو ڏنائين، جنهن ۾ هن کي نوڪريءَ
تي واپس گهرايو ويو هو ۽ سندس موڪل ختم ڪئي
ويئي هئي. تار ڏسڻ شرط نورل جي پيءُ واپس وڃڻ

جي تياري ڪئي،

ٻئي ڏينهن تي ريڊئي ٻڌايو ته پاڙيسري ملڪ اسان جي وطن تي حملو ڪيو آهي، جنهن جي جواب ۾ فوجي ڪارروائي ڪئي ويئي آهي. سرحدن تي جنگ زور ۽ شور سان شروع هئي، ۽ روزانو اخبار ۽ ريڊيو تي جنگ جون خبرون اينديون هيون.

هڪ ڏينهن نورل ۽ مان اسڪول ۾ پڙهي رهيا هئاسون ته پاڙي جي هڪ ڇوڪري ڊوڙندي آئي، ۽ نورل کي ٻڌائين ته "توهان جي در تي موٽر آئي آهي." نورل کي ڀرپائين ته يقين نه آيو پر ڇوڪري قسم کڻندي چيو "الا! پوليس وارا به آيا آهن، تون پاڻ ئي هلي ڏس ني."

نورل ۽ مان ڀڄندا نورل جي گهر پهتاسين. ڇا ڏسون ته نورل جن جي در تي اڇي لاري بيٺي آهي ۽ هٿيار ماڻهن جا اڇي گڏ ٿيا آهن. اندر گهر ۾ وڃي ڏٺوسين ته وچ انگڻ تي کٽ تي لاش رکيو آهي، ۽ نورل جي ماءُ دانهون ڪري روئي رهي هئي. پٽ کي ڏسي ڪيس گهرائڙي ٻائي وڌيڪ هنجون هارڻ ۽ ٻار ڪڍڻ لڳي.

ڀرپائين ته ڳالهه سمجهه ۾ ڪونه پئي آئي پر پوءِ معلوم ٿيو ته نورل جو پيءُ پنهنجي وطن جي سرحدن جي حفاظت ڪندي دشمن سان وڙهندي، جنگ جي ميدان ۾ شهيد ٿي ويو هو. انهيءَ ڏينهن نورل

ڏاڍو رنو هو. هو ٻيءَ جي لاش کي چنبڙي پيءُ کي سڏيندو ۽ سڏڪا ڀريندو رهيو هو. منهنجي دوست نورل جي هيءَ حالت ڏسي مان به خاموش رهي نه سگهيو هوس ۽ نورل کي ڀاڪر پائي ڪيس پرچائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو هوس. پنهنجي پياري دوست کي پرچائي ڪونه سگهيو هوس، پر پاڻ هنجون هاري ويٺو هوس.

اها رات مون کي گهڻي تائين ننڊ نه آئي هئي، دل تي اڻ ڄاتل خوف ۽ هراس ڇانئجي ويو هو. منهنجي دل زور زور سان ڌڙڪي رهي هئي، رات جو مان پنهنجي بابا کي ڀاڪر پائي ستو هوس. ساري رات مان پنهنجي بابا کي ڀاڪر ۾ سڪ ڪيو ستو رهيس جڻ نه ڪوئي مون کان منهنجو مٺو بابا ڪسيو ٿي ويو. هر هر منهنجون اکيون آليون ٿي پئي ويون، جيڪي هر هر مون ويهاڻي جي ڪنڊ سان اگهي ٿي ڇڏيون. انهيءَ ڏينهن کان پوءِ نورل ڪيترا ڏينهن اسڪول ڪونه آيو، گهڻن ڏينهن کان پوءِ هو اسڪول آيو، پر هاڻي سندس ڌيان اسڪول جي پڙهائيءَ ۾ ڪونه هوندو هو، هاڻي هو اڪثر گسائڻ لڳو هو، ڪڏهن ڪڏهن اسڪول ايندو هو ته به هلندڙ اسڪول مان ڀڄي ويندو هو. سندس ماءُ ٻه ـ ٽي پيرا ڪيس اسڪول وٺي آئي، استاد نورل کي سمجهائڻ جي خوب ڪوشش ڪئي، مارون ڏنائونس پر نورل پڙهڻ کان پڙ ڪڍي بيٺو. نورل جي ماءُ وڏا وس ڪيا پر نورل ڪونه سڌريو، آخر ڪار ويچاري عورت بس ڪري

ويهي رهي.

هاڻي نورل مون کان پري پري رهڻ لڳو هو. سندس سنگت شهر جي آوارن ۽ رولو ڇوڪرن سان وڌڻ لڳي هئي، تورن ئي ڏينهن ۾ نورل ڳوٺ کان غائب ٿي ويو. ماڻس ويچاري گهٽو ئي تڙپي پر ڪجهه ڪري ڪونه سگهي.

مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ مون ڳوٺ ڇڏي شهر جو رخ ڪيو جتي پهريائين ڪاليج ۾ ۽ پوءِ يونيورسٽيءَ ۾ تعليم وٺڻ لڳس.

وقت جو ڦيٿو گردش ڪندو رهيو. منٽ ۽ ساعتون مهينن ۽ سالن ۾ تبديل ٿيڻ لڳيون. مان پنهنجي تعليم مڪمل ڪري ورتي بابي جي ڏيٺ ڇگن ماڻهن سان هٿي ان ڪري مون کي جلد ئي ڪراچيءَ ۾ سٺي نوڪري ملي وئي.

ملڪ ۾ ”نوري ڌاڙيل“ جي دانهن متل هئي، اخبارون سندس وحشتناڪ خبرن سان ڀريل هونديون هيون. حڪومت نوري ڌاڙيل جي گرفتاريءَ لاءِ وڏن وڏن انعامن جو اعلان ڪري چڪي هئي. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ”نوري ڌاڙيل“ جي ڪيل وارداتن ۽ روز روز لڳندڙ ڌاڙن سبب ڌهڪاءُ ۽ وحشت ۾ واڌارو پئي ٿيندو ويو.

مان رمضان شريف جي عيد ملهائڻ موڪلن ۾ ڳوٺ آيو آهيان، اڄوڪي اخبار ۾ شهه سرخيءَ سان

وڏي خبر شايع ٿيل هئي، "نوري ڊاڙيل پوليس مقابلي ۾ مارجي ويو." خبر سان گڏ نوري جي تصوير شايع ٿيل هئي. تصوير ڏسڻ سان مون اڏين محسوس ڪيو ڄڻ ته اها تصوير ڪا ڄاڻل سڃاتل تصوير هجي، دل ۾ هلڪو ڌڪ محسوس ٿيڻ لڳو، اکيون، نڪ، ڳلا ڏٺل ٿي لڳيون. وڏيون پوائنٽون مڇون پيانڪ چهرو، مگر تنهن هوندي به مون کي انهيءَ تصوير ۾ الائي ڇو پنهنجائپ محسوس ٿي. ساري رات سوچيندي گذري ۽ مان انهيءَ تصوير کي ذهن ۾ ڳولهيندو رهيس.

صبح جو عيد هئي، مان سوير نماز لاءِ سنيربس بس ۾ ته ٻاهر گوڙ ٻڌڻ ۾ آيو، ٻاهر نڪري ڪجهه ڪهاڻيءَ ۾ آيس ته پوليس جي گاڏي نورل جن جي دروازي تي بيٺل ڏٺم. ويجهو اچي ڏٺم ته اخبار ۾ ڇپيل تصوير لاش جي صورت ۾ رکيل هئي، ۽ نورل جي ماءُ ويچاري لاش جي مٿان بي هوش پئي هئي.



# اٽل فيصلو

ريل گاڏي رواني ٿي، خالي ٿالهه کڻي هلندي گاڏيءَ مان لهي هوريان هوريان هلندو پراڻين بئنچ تي اچي ويٺو، پراڻي قميص هيٺان پاتل صدريءَ جي اندرين کيسي مان پئسا ڪڍي ڳڻڻ لڳو، سترهن رپيا.... پنجهٺ پئسا.... اٺ رپيا ڪڍي صدريءَ جي اندرين کيسي ۾ رکيائين، باقي نو رپيا، پنجهٺ پئسا صدريءَ جي ٻاهرين کيسي ۾ وجهي، ٿالهه کڻي اٿڻ وارو هو ته پٺيان سچڻ ڪاٺي واري اچي سندس ڪلهي تي هٿ رکيو. ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺائين،

سچڻ تي نظر پوندي ئي سندس منهن جو هنو لهي ويو.

اڙي سارنگ ڪالهه به پئسا ڪونه ڏنئه.... اڄ به وري گسايو ٿو وڃين" سچڻ ڪاوڙ مان چيس.

"نه چاچا سچڻ نه..... مون ته پاڻ توکي جاچيو پئي" سارنگ اچي ٽيندي چيو ۽ صدريءَ جي ٻاهرين کيسي مان ٻه رپيا ڪڍي سچڻ طرف وڌايا.

"باقي ڪلهوڪا ٻه رپيا" سچڻ اکيون ڪرڙيون ڪندي چيس.

"چاچا سچڻ ڪلهه ته اڌ تي ڇولا بچي پيا هئا.... اڄ صبح به پوليس جي جمعدار گاڏيءَ ۾ ويٺل ستن سپاهين کي مفت ۾ چڻا ڏياريا هئا...."

سچڻ جي ڪاوڙ ڪنڌي تي چڙهي وئي ۽ سارنگ جي ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي کيس چڙ پيندي چيائين "اڙي شرم نٿو اچئي، منهنجي مهرباني نه هجئي ته بابو صاحب هڪ گهڙي به توکي ٽيشن تي ويهڻ نه ڏي...."

"بس چاچا مڙني پارت اٿئي، ابي جو يار آن.... تون نه مهرباني ڪندين ٻيو ڀلا ڪير ڪندو؟" سارنگ نماڻائي سان چيو.

سچڻ ٻه رپيا کيسي ۾ وڌا ۽ ريل واريون جهنڊيون بغل ۾ ڪيون، اسٽيشن جي طرف وڌي ويو.

سارنگ پليٽ فارم ٽپي ريلوي لائين سان لاڳيتو، ڳوٺ ويندڙ پير چارو لتاڙيندو ٿڪل قدمن سان ڳوٺ طرف وڌڻ لڳو.... اوچتو کيس ڪا ڳالهه ياد پئي ۽

سنڌس قدم اڳتي وڌڻ کان رڪجي ويا.... ڪنن ۾ ننڍي ڀاءُ سانوڻ جا چيل لفظ وڄڻ لڳس، ”ادا اڄ منهنجي امتحان جو نتيجو نڪرندو.... شام واري گاڏيءَ ۾ اخبار ايندي.... ضرور آڻجانءِ“

اهو خيال ايندي ئي سارنگ اسٽيشن ڏي واپس موٽيو ۽ پليٽ فارم کان هيٺ لهي آفيس طرف وڌي آيو ۽ مسافر خاني ۾ لڳل وڏي ڪهڙيال ۾ ٽائيم ڏٺائين ”پنج وڄي پنجويهه منٽ....“

گاڏي اچڻ ۾ اڃان هڪ ڪلاڪ ڏهه منٽ دير هئي، سنڌس ڳوٺ اسٽيشن کان ٻه ٽي ڪلوميٽر پرڀرو هو، سج ٿي لٿو.... پر اخبار ته ضرور وٺڻي هئس، اڄ سنڌس ڀاءُ جو نه پر سنڌس ئي محنت جو نتيجو نڪرڻو هو.

هو پليٽ فارم تي چڙهي آيو ۽ اولهه طرف آخري ڇيڙي تي لڳل پٿر جي بئنچ تي اچي ويٺو. هن جي نظر اچلائي ڏٺائين نڪيٽ گهر وٽ ڇپري جي هيٺان بئنچن تي مسافر گاڏيءَ جو انتظار ڪري رهيا هئا، ڪجهه مسافر هيڏي هوڏي گهمي رهيا هئا. سال گدام جي ٻاهران سڄڻ ڪانڌي وارو سنگل وارين بتين کي صاف ڪري رهيو هو، ۽ ريل جون جهنڊيون ويڙهيل سنڌس پر ۾ پٺ تي رکيل هيون.

تتي هوا جو سرد ۽ شرير جهونڻو، سياري جو احساس ڏياريندو سارنگ وٽان گذري ويو. سارنگ

پنهنجي قميص جا بٽڻ بند ڪرڻ لاءِ پنهنجو هٿ وڌايو.... پر قميص جا بٽڻ ٽٽل هئا تنهن ڪري قميص کي سوڙهو ڪري هٿ ۾ جهلي ويهي رهيو ۽ ٿوري دير کان پوءِ وري هٿ کي ڍرو ڪري ڇڏيائين.

ويٺي ويٺي سارنگ جو ذهن ماضيءَ جي ويران واديءَ ۾ ڀٽڪڻ لڳو ۽ هن پاڻ کي اسٽيشن جي پراڻين بينچ تي نه پر اسڪول جي ڪاٺ جي ڊيسڪ تي ويٺل محسوس ڪيو.

ستين ڪلاس جو شاگرد.... اسڪول ۾ رسيس جو وقفو.... ڪجهه شاگرد ڪلاس کان ٻاهر راند روند ۾ رڌل.... ۽ ڪي ڪلاس ۾ ويٺل.... سارنگ پنهنجي ڪلاس ۾ ويٺو سبق ياد ڪري رهيو هو.... اوچتو سندس پاڙي جي ڇوڪري ڀولي ڀڄندي آئي....

"سارنگ!.... سارنگ!.... تنهنجي پيءُ کي ته مل جي لاري.... ڪٽي آئي آهي.... چاچي ٻين ني مل تي ني.... ڪري پيو هو.... ان کي ني ڏاڍا ڌڪ لڳا آهن...." ڀولي هراسيل هئي ۽ ٽڪڙ ۾ سهڪندي سڀ ڪجهه چئي وئي.

سارنگ پنهنجي سيني ۾ ڪا شيءِ ٻال وانگر ٽپندي محسوس ڪئي ۽ سندس منهن ڦرڻ لڳو.... هو ڊوڙندو گهر پهتو.... سندس گهر وٽ مل جي گاڏي (ايمبوليئنس) ۽ ماڻهن جو وڏو ميڙ بيٺل هو.... سارنگ گهر ۾ داخل ٿيو.... ڏٺائين ته پاڙي جون ڪوڙ ساريون مايون موجود هيون اڱڻ ۾ کٽ تي سندس پيءُ مئل هو،

مٿان اڇي چادر پيل هئس جيڪا هنڌان هنڌان رت ۾ ڳاڙهي هئي. ماڻس نئڙيءَ مائوءَ کي ياڪر ۾ کيو پار ڪيدي رهي هئي. سارنگ سڀ ڪجهه سمجهي ويو. سندس جسم ڇل ٿي ويو ۽ اکيون ڦاٽي ويون، هو بي جان بت وانگر پنهنجي جاءِ تي بيٺو رهيو، پاڙي واريون مايون همدرديءَ مان سندس مٿي تي هٿ ڦيرينديون ۽ دلاسو ڏينديون رهيون.

شام جو پاڙي وارا، مل جا ڪجهه مزور ۽ مزدور يونين جا ڪجهه عهديدار سارنگ جي پيءُ جي لاش کي سينگاري کٽ تي کڻي ڳوٺ جي ٻاهران مقام جي طرف روانا ٿيا ۽ ڪجهه دير کان پوءِ خالي کٽ کڻي واپس موٽي آيا.... سيني ڳڏجي دعا گهري ۽ چڻن ۽ پتاشن ۾ رقم هلاءِ ڪاڏو ۽ هڪ هڪ ٿيندا هليا ويا.... مزدور يونين جي صدر موڪلائڻ وقت سارنگ کي مٿي تي هٿ رکي چيو "پٽ، ٻن ڏينهن رکي مل تي اچجانءِ ته توکي تنهنجي والد جو رهيل حساب ڪتاب وٺرائي ڏيندا سون."

سارنگ ڪجهه به نه ڪڇيو بس نماڻيون اکيون کڻي صدر صاحب ڏي نهاريو ۽ پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جڏهن اوري پري جا مٽ مائٽ موڪلائي ويا تڏهن سارنگ پاڻ کي پنهنجي

ننڍي ڀاءُ، پيءُ ۽ پنهنجي مٺڙي ماءُ کي بلڪل اڪيلو محسوس ڪيو هو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سارنگ ڳوٺ جي مزدورن سان گڏ جيڪي ساڳي مل ۾ ملازم هئا شگر مل پهتو. سارنگ کي ٻڌايو ويو هو ته نبن سرڪاري مل ۾ ملازم هو، ان ڪري ڪيس معاوضي جي سٺي رقم ملندي، جنهن مان هو پنهنجي تعليم به جاري رکي سگهندو ۽ پنهنجي گهر جو گذارو به ڪري سگهندو. ۽ جڏهن مل جي خزانچيءَ سارنگ ۽ سندس سڃاڻندڙ هڪ مزور کان ضمانت جي صحيح وٺي ۽ ست رپيا پنجونجاهه پيسا نبن جي هفتي جي ڪمائيءَ جي رقم سندس تريءَ تي رکي تڏهن سارنگ جي اداس اکين ۾ ڪيترن ئي سوال جون نشانيون تري آيون....؟ وڌيڪ معاوضي لاءِ ڪيس چيو ويو ”ته نبن روز مزدوري تي ڪچو ملازم هو ان ڪري ڪيس ڪو به معاوضو نه ملندو.“

نبن جا ساٿي ڪجهه مزور، سارنگ کي مزدور يونين جي اڳواڻ وٽ وٺي آيا، صدر صاحب سارنگ کي سڃاتو ۽ گولڊ ليف سگريٽ جو سوٽو هڻندي ناسن مان دونهين جون لاٽون ڪڍيندي چيو:

”ٻڌ تون سڀاڻي اچجانءِ اسان مل جي آفيسرن کان، چندو ڪرائي تنهنجي سٺي مدد ڪنداسون، اسان

جو فرض آهي ته مزدورن جي حقن جي حفاظت ڪريون ۽ سندن ٻچن جي هر گهور لهون.“

ٻئي ڏينهن سارنگ وري مل تي پهتو يونين جي صدر صاحب سارنگ سان هڪ ٻڍيوالو سان ڏنو ۽ ڪيس چيائين ته ”هن ڇوڪري کي سيٺ آفيسرن ڏي وٺي وڃ، مون سيٺ سان ڳالهايو آهي اهي سندس سڌي مدد ڪندا.“

سارنگ ٻڍيوالي سان گڏ هڪ آفيسر جي دفتر ۾ داخل ٿيو، آفيسر صاحب فائيل ڏسڻ ۾ مصروف هو. سارنگ ۽ ٻڍيوالو ٻئي ڪافي دير ويٺا رهيا، ڪافي دير کان پوءِ آفيسر صاحب نظرون مٿي کڻي ۽ نظر واري عينڪ کي هٿ سان ٿورو نڪ تي لاهيندي مٿين وني ۽ مان ڏيهون اکيون ڪري سارنگ ۽ ٻڍيوالي ڏي تيز نظر سان نهاريو ۽ پڇيو ”ڇا آهي؟“

ٻڍيوالي ڳالهايو: ”سائين هي نبن مزدور جو يتيم پٽ آهي، جيڪو ڪجهه ڏينهن اڳ ڇتين ۾ اچي مري ويو، هن جي مدد..... لاءِ.....

صاحب نرڙ ۾ گهنج وجهندي چيو ”ڪنهن جي مدد ڪريون سڄي دنيا يتيم آهي.“ صاحب عينڪ درست ڪري وري فائيل پڙهڻ ۾ مصروف ٿي ويو.

ٿوري دير سارنگ ۽ ٻڍيوالو ويٺا رهيا، پوءِ ٻنهي هڪ ٻئي ڏي نااميديءَ جي نظر سان نهاريو ۽ مايوس

ي صاحب جي آفيس مان نڪري وياه
سارنگ پشيوالي مان ڪڏ مختلف آفيسن جا چڪر ڪاٽيندو رهيو، جڏهن چڪر پورو ڪري يونين آفيس ۾ پهتا ته سارنگ پنهنجا صدر صاحب جي طرف وڌايا، صدر صاحب پنهنجا ڳنڀيا سمجهيو رهيا.... صدر صاحب پنهنجا سارنگ جي هٿ ۾ ڏنا ۽ چيو "پٽ پهرين تاريخ اچجانءِ ته وري چندو ڪنداسون."
سارنگ پنهنجي ذهن ۾ هڪ عجيب ولوڙ محسوس ڪئي. سندس دماغ وڃڻ لڳو، هو سوچڻ لڳو ته "ڇا اهي جو موت اسان کي صرف پنڻ سيکاريندو!.... نه نه ائين هرگز نه ٿيندو.....
سارنگ جي اندر وارو ارڏو ۽ اڏول سارنگ جاڳي پيو، هن سٽ ۾ جهلول پنهنجا صدر صاحب جي ٽيبل تي زور سان اڇلايا ۽ تڪڙو تڪڙو آفيس مان ٻاهر نڪري ويو.
سارنگ جڏهن گهر پهتو تڏهن سندس سوچ بدلجي چڪي هئي، هن ماءُ کي چيو "امڙ ڪالهوڪن پئسن مان ويهه رپيا مون کي ڏي."
ماڻهس پڇيو "پٽ ڇا ڪندين؟"
"امڙ انهيءَ جو جواب مان توکي شام جو ڏيندس" سارنگ جي جواب ۾ مڪمل اعتماد هو.
ماڻس پرائي پيتيءَ مان ويهه رپيا ڪڍي سارنگ

ڪي ڏنا. سارنگ انهيءَ ڳهل پر واري شهر روانو ٿيو. شام جو هو جڏهن شهر کان واپس موٽيو تڏهن سندس هڪ هٿ ۾ چڻن جي پڙي ۽ ٻئي هٿ ۾ سندس ننڍي ڀاءُ ساوڻ جا پهرين درجي جا ڪتاب هئا.

سارنگ چيو "امڙ چڻا پسائي رک صبح جو رڌي ڏجانءِ مان ڳاڏيءَ ۾ کپائڻ ويندس.

"پر پٽ تون اسڪول نه ويندين ڇا؟" ماءُ پٽ کان پاڻ پوءِ مان پڇيو.

"نه امڙ مان اسڪول ڪونه ويندس، ساوڻ اسڪول ويندو." سارنگ جي جواب ۾ ارادي جي مضبوطي جهلڪي رهي هئي.

سارنگ جي ماءُ ٿوري دير لاءِ ويچار ۾ ٻڏجي وئي. پر پوءِ جلد ئي هلڪي مسڪراهٽ سندس ويران چپن تي تري آئي جڻ هن پنهنجي اڏول پٽ جو اٽل فيصلو چڱي طرح سمجهي ورتو هجي.

ماءُ موهه مان پٽ جي چهري ۾ نهاريو. سارنگ جي ڳلن تي شفق جي لالاڻ ۽ اکين ۾ هاڪ جا ڪرڙا ٻکي رهيا هئا.... ماءُ وڏيڪ ڪجهه ڪونه سگهي هن محسوس ڪيو ته سارنگ وس جا ويس ڪيو ويٺو آهي، امڙ اڳتي وڌي آئي ۽ پٽ کي ڇڪي ڇاتيءَ سان لائي ڀاڪر ۾ ڀري ويئي، بلڪل اهڙي طرح جيئن مهراڻ ۽ منڇر ملي هڪ ٿي ويندا آهن.... ۽ پنهنجي

جون اکيون ساوڻي برسات وانگر وسڻ لڳيون.

اوچتو اسٽيشن تان ٽڪيٽ کلڻ جي گھنٽي وڄڻ لڳي، ۽ سارنگ ڇرڪ ڀري ماضيءَ واري خواب مان موٽي حال جي حقيقت ۾ پهتو. سارنگ قميص جو آڳو کڻي پنهنجون اکيون اگهيون ۽ صدريءَ جي اندرين کيسي ۾ رکيل پئسن مان ڏيڍ رپيو ڪڍي ريل گاڏيءَ جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو.

ايتري ۾ اسٽيشن جون بتيون ٻري ويون.... ۽ اسٽيشن تان اونداهي ڪافي حد تائين هٽي وئي...... اسٽيشن کان ٻاهر اونده ماحول کي پنهنجي ڪاري چادر ۾ ويڙهي ورتو هو. سارنگ پنهنجي ڳوٺ ڏي ويندڙ پير ڇاري ڏي نهاريو، جيڪو پڻ اونداهيءَ جي قبضي ۾ هو.

ريل گاڏي سيٽيون هڻندي اچي پليٽ فارم تي بيٺي نپال واري گاڏي ٻاڙهي ڏٻي مان اخبارن جا بنڊل لٿا.... سلامو اخباري، اخبارون لاهي جدا جدا ڪرڻ لڳو، شهر جا ڪيترائي شاگرد سلاموءَ کي ويڙهي ويا. سارنگ به ڏيڍ رپيو کڻي سلاموءَ طرف وڌايو ۽ اخبار گهري. سلاموءَ سندس هٿ کي پوئتي ڌڪو ڏيندي چيو ”اڄ نتيجو آهي اخبار پنجين رپئين ملندي.“

سارنگ کي ذهني جهٽڪو آيو، پر ڪجهه سوچڻ کان پوءِ ساعت صدريءَ مان ٻيا پئسا ڪڍي پنج رپيا

ٻورا ڪري سلاموءَ طرف وڌايا ۽ اخبار وٺي ٽڪڙو ٽڪڙو مسافرخاني ۾ لڳل وڏي مرڪري بلب طرف وڌي آيو ۽ ”منٿرڪ جو نتيجو“ ڳولهڻ لڳو. ٻهرين ٿي صفحي تـي سندس نظر هڪ مرڪندڙ فوٽوءَ تـي اٽڪي بيهي رهي. هي سندس پاڻ سانوڻ جـي تصوير هئي. هن سان گڏ ٻيون به چند تصويرون ڇپيل هيون، تصوير جي هيٺان وڏن صاف اکرن ۾ لکيل هو ”سانوڻ پٽ نبي بخش ٻهرين پوزيشن ۾ پاس ٿيو.“

سارنگ سانوڻ جـي مرڪندڙ چهري ۾ پنهنجي ڪاميابي جا جرڪندڙ ڪرڻا ڏسي ٻهڪي پيو..... هو ٽڪڙو ٽڪڙو پليٽ فارم ڇڏي ڳوٺ ويندڙ پيچري تي پهتو ۽ اونداهي پيچري تي تيز ڊوڙڻ لڳو.

---



# الله سائين جي ڳولا

”پٽ! تون وڃي هاڻي ٻاهر گهمڻ ۽ پنهنجن سنگتين سائين سان کيڏ، ته مان وڃي سيٺين جي گهر جو ڪم ڪار لاهي اچان.“

حرمت پنهنجي پٽ کي پيار ۽ ٻاجهه مان مٿي تي هٿ گهمائيندي چيو.

”نه نه...... امان مان گهمڻ ۽ کيڏڻ نه ويندس....

سڀ ڇوڪرا مون تي ٽِڪلون ٿا ڪن...... چون ٿا تون گندو ڇوڪرو آهين،.... تنهنجا ڪپڙا ڦاٽل آهن... مان ڪيڏهن نہ ويندس.... مان توسان هلندس." سانول ماءُ جي ڇنگهن ۾ ڦاڪر وجهندي چيو.

حرمت ڪجهہ سوچيندي چيو،"نہ پٽ تون وڃي ڪيڏ، مان جهٽ ۾ ڪم پورو ڪري ٿي اچان...... اجائي سيٺاڻي رنج ٿيندي پٽ!"

"نہ امان نہ مان توسان هلندس.... الا مان ڪجهہ بہ نہ ڪندس.... بسڙي ڪري تنهنجي ڀرسان ويهي رهندس.... الا! امان سيٺياڻي ڪونہ ڪاوڙبي."

حرمت کي ڪا بہ ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي. هن سانول کي ٻانهن کان ورتو، پنهنجي پراڻي کھرڙي جو در ڀيڪڙي، ڪڙو ڏيئي، ڪنڍي ۾ ڪونڊو ڪلف وجهي سيٺين جي گهر ڏي رواني ٿي.

سيٺياڻيءَ حرمت کي سانول سان گڏ ايندي ڏٺو تہ سندس منهن تي ڪيوليون کهي ويون، ۽ ڪاوڙ مان حرمت کي چيائين.

"اڙي حرمت! هيءَ بہ ڪا مهل آهي ڪم تي اچڻ جي."

"سائڻ ٿوري دير ٿي وئي آهي، پر منٿ ٿي ڪري وٺان ڪم کي توهان ناراض نہ ٿيو."

"هي ٻلهر وري ڇو ڪي لايون آئي آهين" سيٺاڻيءَ شوخيءَ سان چيو.

”جيجان! ٻارڙو آهي، ڦڦيان لڳي پيو ڇا ڪيانس...
مڙئي تنهنجا ٻچا آهيون.... رنج نہ ڪر.“ حرمت نيزاري
ڪندي چيو.

سانول نماڻا نيڻ کڻي هر سيڪيائيءَ جي منهن ڏي
هر ماڻ جي منهن ڏي نهاري ڪجهہ ڳولهڻ لڳو،
کيس سيڪيائي جي منهن ۾ اونهاري جي ناڪ منجهند
جهڙي تپش ۽ ماڻ جي منهن ۾ ڏڪاريل ترين جهڙي
مجبوري نظر آئي.

حرمت ڪم ڪار کي لڳي وئي ۽ سانول گهمندو
گهمندو بنگلي جي باغ ۾ آيو.... باغيچي ۾ سيڪيائيءَ
جو پٽ نويد، پنهنجي ڀيڻ شازيہ سان کيڏي رهيو هو.
شازيہ ٻاراڻي سائيڪل تي چڪر ڏيئي رهي هئي ۽
نويد سيلن وارو جهاز هوا ۾ اڏائي رهيو هو. جهاز
هوا ۾ چڪر ٿي ڏنا ۽ نويد ۽ شازيہ خوش ٿي تاڙيون
وڄائي رهيا هئا.

سانول هوريان سرندو اچي باغيچي جي ڪنڊ ۾
وڻ هيٺان ويهي رهيو ۽ حسرت سان ڪڏهن ٻارڙن ڏي
تہ ڪڏهن سندن رانديڪن ڏي نهارڻ لڳو، سندس
ننڍڙي دل ۾ ننڍڙي تمنا جاڳي اٿي تہ جيڪر انهيءَ
نويد جي جهاز کي پنهنجي ننڍڙن هٿڙن ۾ کڻي ويجهڙائيءَ
سان ڏسي.

ٿوري دير کان پوءِ نويد پنهنجي هٿ ۾ جهليل

هڪ ڪاري ڏيءَ ۾ لڳل ٻٽڻ دٻايو ۽ جهاز هوا ۾ ڦيرا ڏيندو هوريان هوريان اچي ڇپر تي لٿو، ۽ ٻئي ڀاءُ ڀيڻ ٺهڪ ڏئي تاڙيون وڄائڻ لڳا.

سانول هوريان سرڪندو اچي نويد ۽ شازيه جي ڀرسان ويٺو.

”ادا مون کي جهاز ڏسڻ لاءِ ڏيندؤ.“

نويد ڪنڌ مٿي ڪري سانول ڏي نهاريو ۽ ڪاوڙ سان چيو: ”هل ڙي هل.... جهاز تو ڏسي...... هٿ ڏنا تي پنهنجا.“

سانول جي ننڍڙي دل ٿوري دير لاءِ زور سان ڌڙڪي ۽ کيس ماءُ جا چيل لفظ ياد پيا ”نه پٽ تون نه هل....... سيٺياڻي ناراض ٿيندي“ ۽ هو پوئتي موٽي وري ساڳي جاءِ تي ويٺو ۽ سيٺياڻيءَ جي ٻارن کي راندڪن سان کيڏندي، پري کان حسرت ڀري نگاهن سان ڏسندو رهيو.

ڪم پورو ڪري حرمت سانول کي ساڻ ڪري پنهنجي جهوپڙيءَ ڏي واپس وري سيٺياڻيءَ کيس اڄ سڄو ماني ۽ ٻوڙ ڏنو هو، اهو پٽ سان گڏ اچي کائڻ ويٺي. ماني کائيندي سانول ماءُ سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو:

”امڙ! نويد جو جهاز ڪيڏو نه سٺو هو......

امان! اهو ته اصل جهازن وانگر هوا ۾ اڏامي ٿو پيو“

هائو پٽ! اهو وڏي سيٺ ڪاراچيءَ (ڪراچي)

مان پنهنجي ٻارڙن لاءِ آندو آهي."

"امڙ! اهڙو...... جهاز مون کي به وٺي ڏي نـ ي...." سانول دل جي ڳالهه هٻڪندي هٻڪندي ظاهر ڪئي.

پٽ! اسان غريب آهيون.... اهي مهانگا رانديڪا وڏن ماڻهن جي ٻارن لاءِ هوندا آهن...." حرمت پنهنجي اداسي لڪائيندي چيو.

" امڙ ڀلا اسان غريب ڇو آهيون؟" سانول ماءُ کان سوال پڇيو.

"پٽ! اها الله سائينءَ جي مرضي آهي جنهن کي غريب ڪري، جنهن کي امير."

" امڙ ڀلا تو الله سائينءَ کان پڇيو آهي؟ ته الله سائين تو اسان کي ڇو غريب ڪيو آهي؟"

چريا پٽ! ڪهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين؟ الله سائين کان ڪير پڇندو؟ هو ته مالڪ آهي نه.... انهيءَ جي مرضي" حرمت پٽ کي ڀرانڊي وجهندي چيو.

"نه اسان نه! مان ته الله سائين کان ضرور پڇندس" سانول ماءُ جي ٻانهن مان پاڻ کي ڇڏائيندي چيو.

چريا پٽ! هاڻي هلي سمهه اهڙيون ڳالهيون نه ڪبيون آهن."

پر امڙ الله سائين رهندو ڪاٿي آ؟ مون کي ڏس ته. مان الله سائينءَ کان پڇي اچان." سانول ضد ڪندي چيو.

حرمت کي سانول جي سوالن منجهائي رکيو، کيس سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته هوءَ پٽ کي ڪيئن سمجهائي.

پٽ کي نرڙ تي چمي ڏيندي چيائين. ”پٽ! الله سائين هر هنڌ حاضر آهي پر توکي اهي ڳالهيون سمجهه ۾ نه اينديون.... اٿ اٿ هلي ننڊ ڪر ڏينهن تپي ويو آهي.“

حرمت پٽ کي ٻانهن کان وٺي اچي ڇنوڙيءَ ڪٽ تي سمهاريو ۽ پاڻ به سندس پير ۾ سمهي کيس ٻڪو هڻڻ لڳي.

سانول اکيون ٻوٽيو ماءُ جي ٻر ۾ سٽو رهيو، پر کيس ننڊ ڪانه ٿي. هو پنهنجي ننڍڙي ذهن ۾ سوچيندو رهيو ته مان هڪ دفعو ضرور الله سائينءَ کي ڳولهي لهندس ۽ کيس چوندس ته ”الله سائين! اسان کي ڇلا ڇو غريب ڪيو اٿئي؟“

سانول اکيون کولي ماءُ ڏي نهاريو، حرمت ٿڪل ٽٽل هئي تنهن ڪري گرميءَ هوندي به کيس ننڊ اچي وئي هئي. سانول هورڙيان هورڙيان ڪٽ تان لهي هيٺ ٿيو ۽ ماءُ جي پڳهريل منهن ڏي نهاريائين جيڪا گهري ننڊ ۾ ستل هئي. سندس ننڍڙن چپن تي هلڪي مرڪ تري آئي. هو هوريان هوريان پير پير ۾ ڪري گهر کان ٻاهر ٿيو ۽ دروازو ٻيڪڙي گهٽيءَ ۾ غائب ٿي ويو.

سانول پنهنجي ننڍڙي ذهن سان سوچيو ته ”الله

سائين جيڪو سيٺي جو مالڪ آهي سو ضرور ڪنهن وڏي عاليشان بنگلي ۾ رهندو هوندو...“ غريب آباد جو جهڳين وارو علائقو نيٺي، ريلوي لائين ڪراس ڪري شهر ڏي ويندڙ شاهي روڊ تي اچي پهتو. روڊ ڪراس ڪري سوسائٽيءَ جي ايريا ۾ اچي پهتو.

هن علائقي ۾ شهر جي وڏن ماڻهن جا بنگلا آهن، سانول وائڙن وانگر هرهڪ بنگلي ڏي نهاريندو اڳتي وڌندو ويو. هر بنگلو ٻئي بنگلي کان وڌيڪ خوبصورت ۽ عاليشان هو، هو فيصلو نه ڪري سگهيو ته ”الله سائينءَ“ جو ڪهڙو بنگلو هوندو!؟ هلندي هلندي هن هڪ تمام وڏو بنگلو ڏٺو. وڏي لوهي دروازي ۾ ننڍڙي دري لڳل هئي، جيڪا اندران بند هئي. سانول دروازي جي گرل مان نهاريو، تمام وڏو باغيچو باغيچي جي وچ تي وڏي ڇٽي ٺهيل هئي، ڇٽيءَ جي هيٺان اسٽيل جون خوبصورت چمڪندڙ ڪرسيون رکيل هيون. باغ جي پريان تمام وڏو خوبصورت بنگلو هو. سانول کي پڪ ٿي وئي ته هيءُ سيٺي کان وڏو بنگلو آهي ۽ ضرور الله سائينءَ جو هوندو.

سانول زور سان لوهي دروازي تي ڪڙو ڪڙڪايو ۽ ٻيهي جواب جو انتظار ڪرڻ لڳو، پر ڪافي دير گذرڻ کان پوءِ به ڪوئي ٻاهر نه نڪتو.

سانول وري زور سان ڪڙو ڪڙڪايو، ڪڙي سان گڏ سندس دل به تيز تيز ڌڙڪڻ لڳي ٿوري دير کان پوءِ

مليشا رنگ جي ورديءَ ۾ بنگلي جو چوڪيدار ٻاهر نڪتو، جنهن کي مٿي تي ڪلهي وارو هٿڪو ٻڌل هو.

سانول کي ڏسي چوڪيدار ڪاوڙ سان چيو:

”ڇاهي ڇورا؟“

سانول سڀاجهڙي زبان سان پڇيو. ”الله سائين آهي؟“

”بيوقوف چوي ڇا ٿو؟“

”ڪاڪا مان الله سائينءَ سان ملندس، الله سائين آهي؟“ سانول ايلازن جي انداز ۾ چيو.

”ڇريو ڪنهن جاءِ جو، هي ڪرنل صاحب جو بنگلو آهي“ چوڪيدار زور سان ڪڙڪي بند ڪري اندر هليو ويو.

سانول مايوس ٿي وري اڳتي هلڻ لڳو. پريان رستي تي اچي سونهاريءَ ۾ اڇي پڳ سان هڪ بزرگ کي ايندو ڏٺائين، دل ۾ سوچيائين شايد اهو نيڪ مرد مون کي صحيح ڏس ڏئي.

اهو سوچي سانول پير مرد ڏي وڌي ويو. ”ڪاڪا! او ڪاڪا!“ پير مرد سانول جو سڏ ٻڌي بيهي رهيو. سانول ويجهو اچي چيس:

”ڪاڪا! الله سائينءَ جو گهر ڪهڙو آهي؟“

پير مرد آڱر سان اشارو ڪندي چيو ”پٽ هو روڊ ٽپي پرين پاسي ڪان ساڄي هٿ تي گهٽيءَ ۾ الله سائينءَ جو گهر اٿئي.“

سانول ڪراڙي جو ڏس ٻڌي ڏاڍو سرهو ٿيو ۽

سنڌس پڌائيل ڏس طرف تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻي وڌڻ لڳو.

سج لهي اوير ٿي وئي ۽ سانول گهر نه پهتو، تڏهن حرمت کي الڪو ٿيو پهريائين سوچيائين ته سانول ٻاهر گهٽيءَ ۾ ٻارن سان کيڏندو هوندو، پر جڏهن گهڻي دير ٿي وئي تڏهن پريشانيءَ کيس ويهڻ نه ڏنو ۽ هٽي تي رڌو رکي گهر جو در ڀيڙي سانول کي ڳولهڻ لاءِ نڪري پئي.

پهريائين ته غريب آباد ۾ رهندڙ ٻارن جي جهڳين مان پڇا ڪندي رهي، پر جڏهن کيس ڪٿان به سانول جي سڌ نه ملي، تڏهن ريلوي لائين ڪراس ڪري شهر ڏي رواني ٿي ۽ سوسائٽيءَ جي علائقي ۾ اچي پهتي.

بنگلي جي اڳيان باغيچن ۾ وڏن ماڻهن جا ٻار کيڏي رهيا هئا، حرمت ٻارن جي هر ميڙ ۾ پنهنجي سانول کي ڳوليندي رهي، پر کيس ڪٿي به سانول نظر نه آيو هوءَ روڊن ۽ رستن ۾ چرين وانگر هيڏي هوڏي واجهائيندي رهي. ڳوليندي ڳوليندي سومهڻي ٿي ويس، سنڌس اکين جي روشني جهڪي ٿيڻ ۽ دل وسامڻ لڳي، دل چويس پئي ته جيڪر وڏا ٻوڪڙ ڪري سانول کي سڏ ڪري، کيس ڪجهه به سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هوءَ ڇا ڪري، سوسائٽيءَ جو مين روڊ ڪراس ڪري سامهون واري گهٽيءَ ۾ نظر

ڪيائين ته سندس نظر وڏي مسجد جي منارن تي وڃي پئي.

اوچتو دل ۾ خيال آيس ته مسجد جي مولوي صاحب کي وڃي چوان ته لائوڊ تي اعلان ڪري ته منهنجو سانول ڪٿي آهي؟

اها سوچ ڪري هوءَ مسجد جي طرف وڌي آئي، مسجد کي وڏو ڪلف لڳل هو ۽ مسجد جي چائنٺ تي ڏاڪڻ جي مٿين ڏاڪي تي هڪ ٻارڙو اکين تي پنهنجي ننڍڙي ٻانهن رکيو سمهيو پيو هو.

حرمت جي دل ڌپو کاڌو ۽ هلڪي دانهن نڪري ويس. ”پٽ! سانول!“ سڏ تي ٻارڙي منهن تان ٻانهن هٽائي، اٿي ويٺو.

حرمت کيس ڀاڪرن ۾ ورتو ماءُ جي ڀاڪر ۾ ايندي سانول اداس ٿيندي چيو ”امڙ الله سائينءَ جو گهر ته کولي ڏسو اتي پر تالو لڳو پيو آهي“ ماءُ معصوم سانول کي ڇڪي زور سان ڇاتيءَ سان لائي ڀاڪر ۾ آئي پنهنجي رئي سان لڪائي ڇڏيو ۽ سندس اکين مان ڪريل لڙڪ سندس پراڻي رئي ۾ جذب ٿي ويا.

**پورو ٿيو**

# جاڻ سڃاڻ



ٻارڙن جي لکڻ لاءِ ٻار ٿي لکڻو پوي ٿو. ڇو ته ٻارن جي احساسن ۽ جذبن جو پورو پورو خيال رکڻ ضروري آهي. سنڌيءَ ۾ ٻارڙين لاءِ لکڻ جي حوالي سان، ”مقصود گل“ جو نالو وڏي اهميت وارو آهي. هن ٻارڙن لاءِ نظم به لکيا آهن ته ڪهاڻيون به! ۽ هُن ڪهاڻين ۽ نظمن سان نباهيو به آهي ته، انهن سان انصاف به ڪيو اٿس ۽ ٻنهي ۾ ٻارن جي ذهني اوسر ۽ وندر جو به وڏو خيال رکيو آهي. اڳ ۾ سندس ٻارڙن لاءِ نظمن جون ڳٽڪو ”ڪرڻا ڪرڻا“ ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪو آهي. هينئر سندس ٻارڙن لاءِ لکيل هي ڪهاڻين جو مجموعو ”هَٿيلي ھَرِڻي“ جي نالي سان اوهان جي هٿن ۾ آهي. توهان هن ڪهاڻي ڪي پڙهوءَ محسوس ڪريو ته، هُن ٻارڙن جي سيني ڳُهرجن ڪي سامهون رکي، هي ڪهاڻيون لکيون آهن. ڇو ته مقصود گل جي ڪهاڻين ۾ ڪو نه ڪو پيغام ضرور سمايل آهي ۽ اهو ئي پيغام ٻارڙن لاءِ اهم آهي. هونئين ته سنڌيءَ ۾ ٻارڙن لاءِ ڪهاڻين جا ڪتاب گهٽ ڇپيا آهن، پر مون کي اميد آهي ته سنڌي ٻارڙا ’مقصود گل‘ جي ڪهاڻين جو هي ڪتاب پڙهندا. هيئين سان هَنڍائيندا، سوچيندا ۽ ضرور سبق پرائيندا!


امام راشدي

پير جو ڳوٺ - نئون ديرو




# جا مُولَ متاعَ

- مقصُود گل صاحب جي اڻ ڇپيل ادبي ڪم جي ترتيب ۽ ان جِي وسيع پيماني تي نشر ۽ اشاعت
- مقصود گل صاحب جي غير دستياب ڪتابن جِي ٻيهر اشاعت
- مقصود گل صاحب جي ادبي ڪم جا خِطّي جي ٻين ٻولين توڙي انگريزيءَ ۾ ترجما ڪرائڻ ۽ انهن کي ڇپرائڻ
- مقصود گل صاحب جي شعري توڙي نثري تخليقن تي همعصر ادبي محققن کان تحقيق ڪرائڻ ۽ انهن جي اشاعت جو اهتمام ڪرڻ
- مقصود گل صاحب جي شاعريءَ جا سنڌس همعصر شاعرن سان تقابلي جائزا (تحقيق ۽ اشاعت)
- مقصود گل صاحب جي ياد ۾ سندن ورسيءَ توڙي جنم ڏينهن تي سنڌ توڙي پاڪستان جي مختلف شهرن ۾ ادبي ميڙاڪا منعقد ڪرڻ ۽ نئين نسل توڙي ايندڙ نسلن کي سندن ادبي ڪارنامن بابت آگاهي ڏيڻ
- ٻارن جي ادب جي فروغ لاءِ ٻاڻ پتوڙيندڙ، مقصود گل صاحب جي مشن کي جاري رکڻ لاءِ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ٻارن جا ادبي جشن ۽ سائنسي ميلا منعقد ڪرائڻ ۽ آن لائن انگيجمينٽ
- شاگردن (ٻارن توڙي نوجوانن) جي وچ ۾ مباحثن، تقريري مقابلن، مضمون نويسيءَ ۽ ذهني آزمائش جي مقابلن، مصوّريءَ توڙي پوسٽر ڊزائننگ جي چٽاڀيٽيءَ جو انعقاد ۽ ڪامياب ٻارن ۾ همّت افزائيءَ لاءِ انعامن جي ورهاست
- غريب مستحق شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ "مقصود گل اسڪالرشپ" جي اجراء لاءِ سنڌ حڪومت ۽ ٻين خانگي ادارن سان لهه وچڙ ۾ اچي نتيجا خيز ڪوشش ڪرڻ
- سنڌي ادب جي مختلف صنفن ۾ هر سال لکيل نمايان ڪتابن ۾ جيوريءَ جي مدد سان بهترين ڪتابن جي چونڊ ۽ انهن جي مصنفن لاءِ ساليانيِ "مقصود گل ادبي اوارڊ" جو اجراء
- مقصود گل صاحب جي قائم ڪيل اشاعتي اداري "سنڌڙي ڪتابي سلسلي" کي غير تجارتي بنيادن تي جاري رکڻ
- مقصود گل صاحب جي قائم ڪيل تنظيمن ۽ ادارن بشمول: قاضي عبدالحيّ "قائل" اڪيڊميءَ کي سرگرم رکڻ
- مقصود گل صاحب جي نالي سان مختلف علمي، ادبي ۽ تعليمي ادارن جو قيام ۽ اهي ادارا، جن سان مقصود گل صاحب جي ڪنهن نه ڪنهن نسبت سان وابستگي رهي آهي، انهن ادارن، يا انهن جي ڪنهن نه ڪنهن شعبي کي مقصود گل صاحب جي نالي سان منسوب ڪرڻ لاءِ ڪوششُون وٺڻ
- سنڌ جي تاريخ، تهذيب، ٻوليءَ ۽ ثقافت سان متعلق مختلف موضوعن تي، انهن شعبن جي ماهرن کان، سنڌ جي مختلف شهرن ۾ آمهون سامهون، توڙي آن لائن "مقصود گل يادگار ليڪچر سيريز" جو آغاز
- مقصود گل اڪيڊميءَ سنڌ پاران همعصر شاعرن، اديبن ۽ محققن جا ڪتاب شايع ڪرائڻ

